سچل جو رسالو
(سرائڪي ڪلام)
مرتب
مولانا محمد صادق راڻيپوري
روشني

# سچل جو رسالو

(سرائڪي ڪلام)

# سچل جو رسالو

(سرائڪي ڪلام)

مرتب

مولانا محمد صادق راڻيپوري

سنواريندڙ

گل محمد تنيو

روشني پبليڪيشن
ڪنديارو
1997ع

Faqir Tariq Hayat lashari
Lecturer in English
Sukkur.
23-8-98

Roshni Book No. 115

# سچل جو رسالو
(سرائڪي ڪلام)

مرتب: مولانا محمد صادق راڻيپوري
سنوارينڊڙ: گل محمد ٽـنيو
ڇاپو پهريون: (سنواريل) © روشـني 1997ع
ڪمپوزنگ: حسين سومرو ۽ حبيب قادر قريشي،
نيو سنڌ ٽيڪ ڪمپوزرس، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن
ڇپرائيندڙ: روشـني پـبليڪيشن ڪنڊيارو

**Sachal Joo Risalo**
(Seraiki Poetry of Sachal Sarmast )

Compiled by: Moulana Mohammad Sadique Ranipoori
Composed by: Hussain Soomro & Habib Qadir Qureshi
Printed by: Fine Communication Hyderabad.
Published by: Roshni Publication Kandiaro
First Edition © Roshni 1997

اسٽاڪسٽ
گنج بخش ڪتاب گهر، چوڪي گهٽي، حيدرآباد.
شاهہ لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو، حيدرآباد
ڪتاب مرڪز، فريئر روڊ، سکر.
عزيز ڪتاب گهر، بڦراج روڊ، سکر.
ڪاٺياواڙ اسٽور، بندر روڊ، لاڙڪاڻو.
نيشنل بڪ ڊيپو، بندر روڊ، لاڙڪاڻو.

# ســـنـــاءُ

# پبلشر پاران

سچل سائين جي عرس جي موقعي تي اسان ”رسالو سچل سرمست“ (سنڌي ڪلام) ۽ ”سچل جو رسالو“ (سرائڪي ڪلام) گڏي هڪ پيتيءَ ۾ پيش ڪري رهيا آهيون. اسان پنهنجي پاران سچل سائينءَ جي ڪلام جي هن اشاعت کي سنواري سڌاري، سهڻي گيٽ اپ ۾ سچل سائينءَ جي عقيدتمند ۽ پڙهندڙن لاءِ تحفي طور پيش پيا ڪريون.

هن اشاعت، ”رسالو سچل سرمست“ (سنڌي ڪلام) ۽ ”سچل جو رسالو“ (سرائڪي ڪلام) جي آخر ۾ ”سچل لغت“ پڻ شامل رکي وئي آهي ته جيئن اسان جي پڙهندڙن جي رسالي ۾ موجود ڏکين لفظن جي معنيٰ تائين رسائي آسانيءَ سان ٿي سگهي، بلڪ جيئَن پڙهندڙ سچل سائينءَ جي ڪلام ۾ موجود پيغام کي نه رڳو پڙهي پر پروڙي به سگهن، جنهن لاءِ رسالي ۾ شامل ’لغت‘ سندن رهنمائي ڪندي.

اميد ته اسان جي هيءَ پيشڪش (سچل جو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام ’سچل لغت‘ سميت) پڙهندڙن کي پسند پوندي.

# سچل جو سرائڪي ڪلام

## اڳوڻي ۽ نئين ترتيب

سنڌ جي صوفي بزرگن جي ڪلام سان عرصي کان محبت اٿم. خاص طور تي شاهه ۽ سچل جي ڪلام سان. ان لاءِ سراسر سبب سندن لازوال شاعري آهي. ان تعلق ڪري مون بار بار سندن ڪلام کي پڙهيو ۽ پروڙيو آهي. سندن شاعريءَ جي سٽ سٽ مون کي نه رڳو نئين سر نئين لڳندي آهي پر مون لاءِ نِتِ نوان معنيٰ جا موتي ميڙي ايندي آهي.

جيئن مٿي ذڪر ڪيم ته مون شاهه سان گڏ سچل سائينءَ جي شاعريءَ کي پڻ پڙهيو آهي ۽ سندس ڪلام کي پڙهندي پڙهندي جتي ڪلام کي ترتيب ڏيندڙ مانوارن مرتبن کان رهجي ويل ڪي اهم اوڻايون منهنجي نظر مان گذريون آهن، اتي ڪجهه اهم ڇاپي غلطيون پڻ موجود ڏٺيون اٿم. تڏهن ئي مون تحقيق جي بنيادي اصولن کان اڻ واقف هوندي به پنهنجي پاران هي جي رندا روڙي رهيو آهيان. مون سک ۽ عقيدت جي آڌار تي جا ڪوشش ورتي آهي، تنهن مان هڪ طرف ته منهنجو مقصد انهن اوڻائين متعلق پڙهندڙن کي آگاهي ڏيڻ آهي ۽ ٻئي طرف پنهنجي محققن جو ان ڳالهه ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ آهي ته جيئن اسان جا مانوارا محقق ڪو وقت ڪڍي سچل سائينءَ جي ڪلام کي جديد تحقيق جي بنيادن تي سوڌي سنواري پيش ڪن ۽ اسان جي هن عظيم شاعر جي ڪلام مان پڙهندڙ پورو پورو هڙ حاصل ڪري سگهن.

هن کان اڳ عثمان علي انصاريءَ جن جي مرتب ڪيل "رسالو سچل سرمست" (سنڌي ڪلام) ۾ مون کي جيڪي ترتيب ۽ ڇپائيءَ جون اوڻايون نظر آيون سي مون پنهنجي سمجهه آهر درست ڪري ۽ پوءِ "رسالو سچل سرمست" (سنڌي ڪلام) سنواري سڌاري پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيو ۽ هيءُ سنواريل ڇاپو روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو ڇپائي پڌرو ڪيو.

ساڳي طرح مولانا محمد صادق راٽيپوري جن جي مرتب ڪيل "سچل جو سرائڪي ڪلام" ۾ پڻ مون کي جتي ترتيب جون اوڻايون نظر آيون، اتي ڇاپي غلطيون به نظر مان گذريون ته انهن جي درستگيءَ لاءِ ڪوشش

ورتم ۽ ان وچ ۾ روشني پبليڪيشن جي پبلشر سان اهڙي ڳالهه چوريم، هن پڻ همت ڀڏائي. ائين "رسالو سچل سرمست" (سرائڪي ڪلام) سوڌي سنواري پبلشر حوالي ڪيم، جو هاڻ ڇپجي اوهان پرهندڙن اڳيان پڌرو آهي.

## "سچل جي سرائڪي ڪلام" جي ترتيب متعلق

مانواري مرتب مولانا محمد صادق راڻيپوري اڄ کان چاليهارو سال اڳ سچل جو سرائڪي ڪلام سهيڙيو (۽ ان ئي عرصي دوران عثمان علي انصاري سچل سائينءَ جو سنڌي ڪلام ترتيب ڏنو). ان بعد (چاليهارو سال گذرڻ باوجود) اهڙي ڪا ڪوشش اڳيان ڪانه آئي آهي. جڏهن ته هاڻ ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته سچل سائينءَ جي سنڌي توڙي سرائڪي ڪلام کي تحقيق جي جديد تقاضاعن مطابق پرکي پروڙي پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيو وڃي.

ابتدائي طور تي ئي سچل سائينءَ جي ڪلام کي جن ٻه سهيڙڻ جي ڪوشش ورتي، انهن مان اڪثريت سچل جي معتقدن جي هئي. انهن پاران مرتب ڪيل سچل جي ڪلام ۾ سراسر سندن عقيدت جي اظهار جو عمل دخل آهي. باقي سچل سائينءَ جي ڪلام تي ڪيل ڪم مان سڀ کان اول ۽ بهتر ڪم مرزا علي قلي بيگ جو ئي آهي. هن صاحب اڄ کان لڳ ڀڳ هڪ صدي اڳ سچل سائينءَ جي سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ڪلام کي سهيڙڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو. ان لاءِ هن صاحب ڏاڍا ڪشالا ڪيا ۽ هو بار بار سچل جي درگاهه توڙي سچل سائينءَ جي اهڙن عقيدتمندن وٽ ايندو ويندو رهيو، جن کي سچل سائينءَ جي ڪلام سان خاص لڳاءُ هو. هن صاحب کي نه رڳو وڏيڪ ڪلام هٿ ڪرڻ جي اون لڳل هئي، بلڪ سندن جي هر وقت اها ٻه ڪوشش پئي رهي ته من ڪٿان ڪين ڪا اڳ کان وڏيڪ بهتر پڙهٽي ملي پوي. اهڙي طرح هن صاحب ان جستجو ۾ ڪيترائي سال صرف ڪيا ۽ نيٺ سندس مرتبُ ڪيل "رسالو سچل سائين" (سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ڪلام گڏ) ٻن جلد ۾، سچل جي شاعريءَ جي عاشقن ۽ عقيدتمند لاءِ سوکڙي تي پيش ٿيو.

مرزا علي قلي بيگ جي مرتب ڪيل "رسالو سچل سائين" جا ٻئي جلد، ميسرس هريسنگهه سنس، ڪتب خانه ڇاپخانه سکر وارن 1902ع ۾ ڇپرائي پڌرا ڪيا.

### هڪ وڏيڪ گذارش

مانوارن: عثمان علي انصاري، مرتب "رسالو سچل سرمست" (سنڌي ڪلام) توڙي مولانا محمد صادق راڻيپوري، مرتب "سچل جو سرائڪي ڪلام" جن

سچل جو ڪلام ترتيب ڏيندي گهٽي قدر مرزا علي قلي بيگ جو "رسالو سچل سائين" ئي سامهون رکيو آهي، پر ان هوندي به عثمان علي انصاري سندس ذڪر سرسري طور ڪيو آهي ۽ مولانا محمد صادق رانيپوريءَ ته ڪيس ذڪر لائق ئي نه ڄاتو آهي. بلڪ مولانا صاحب ڪي سچل جو ڪلام سهيڙڻ وقت ڪهڙن رسالن يا ماڻهن جي مدد ۽ سهڪار حاصل رهيو، تنهن متعلق پڻ رسالي ۾ ڪٿي ڪو ذڪر ڪين ڪيو اٿس.

مولانا صاحب "مؤلف جي گذارش" توڙي "تعارف" ۾ جن جن ماڻهن جو ذڪر ڪري ٿو سو فقط سچل سائينءَ جي سوانح متعلق ئي آهي ته ڪيس سچل سائينءَ جي سوانح بابت ڪنهن ڪان ڪهڙي ڄاڻ پلئه پئي. بلڪ حقيقت هيءَ آهي ته مولانا صاحب سچل سائينءَ جي سوانح متعلق بنيادي ڄاڻ مرزا علي قلي بيگ واري ئي مهيا ڪئي آهي. مرزا صاحب پهرئين جلد جي "ديباچي" بلڪ خاص طور تي "احوال سائين سچل فقير شاعر جو" ۾ جو مواد شامل رکيو آهي، اهو سمورو مواد "تعارف" ۾ شامل رکيل آهي، اگر مولانا صاحب ان مواد ۾ ڪو واڌارو ڪيو آهي ته اهو پڻ عام ماڻهن جون اُڏاريل عامي ڳالهيون آهن.

## رسالي ۾ رهجي ويل اوڻاين ڏانهن نظر

سڀ ڪان اول مرزا علي قلي بيگ راڳ ۽ راڳڻين جي نسبت سان سچل سائينءَ جي سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ڪلام ڪي "رسالو سچل سائين" ۾ ترتيب ڏئي سڄو ڪلام هڪ جاءِ حاضر رکيو. ان بعد اول مانواري مولانا محمد صادق رانيپوريءَ "سچل جو سرائڪي ۽ اردو ڪلام" ۽ ان بعد مانواري عثمان علي انصاريءَ "رسالو سچل سرمست" (سنڌي ڪلام ترتيب ڏنا ۽ هنن صاحبن ان ڪلام ڪي موضوع جي مناسبت سان الڳ الڳ سُرن ۾ سهيڙيو، پر ائين ڪندي ڪين ڪان ڪي اوڻايون رهجي ويون. مانواري عثمان علي انصاريءَ ڪان "رسالو سچل سرمست" (سنڌي ڪلام) مرتب ڪندي جيڪي اوڻايون رهيون، تن جو تفصيلوار ذڪر آءُ اڳ ئي "رسالو سچل سرمست" (سنڌي ڪلام) ڪي سنواريندي ڪري چڪو آهيان. هت صرف انهن اوڻاين جو ذڪر ضروري ٿو سمجهان جي "سچل جو سرائڪي ڪلام" مرتب ڪندي مانواري مولانا محمد صادق رانيپوريءَ ڪان رهجي ويون آهن.

## ترتيب جي سڀ ڪان اهم اوڻائي

مولانا صاحب جي مرتب ڪيل "سچل جو سرائڪي ڪلام" ۾ سڀ

ڪان اهم اوڻائي، تصوف بعد رسالي ۾ "مزيد ڪلام" جو شامل هئڻ آهي. ائين ٿو لڳي ڄڻ "مزيد ڪلام" رسالي ۾ ڪنهن ضميمي طور شامل آهي. جڏهن تہ هي ڪلام رسالي ۾ موجود موضوعن کان الڳ ناهي، بلڪ انهن ئي موضوع سان واسطيدار آهي، جي رسالي ۾ اڳ شامل رکيل آهن. جيڪر "مزيد ڪلام" جي نالي سان رسالي ۾ شامل هيءُ ڪلام رسالي ۾ موجود موضوعن سان لاڳاپيل آهي تہ پوءِ هيءُ ڪلام لاڳاپيل موضوع ۾ شامل هئڻ کپي.

جيئن تہ "مزيد ڪلام" ۾ شامل ڪافيون ١، ٢، ٣، ٤، ٦، ٧، ٨، ٩ ، ١٦، ١٨، ٢١، ٢٢، ٢٣، ٢٩، ٣٢، ٣٣، ٣٤، ٣٦، ٣٧، ٣٨، ٤١، ٤٣، ٤٥، ٤٦، ٤٨، ٤٩ ۽ ڪافي ٥٠، رسالي ۾ موجود "حسن ۽ عشق" جي موضوع سان ٺهڪي اچن ٿيون. ان ڪري هي ڪافيون ان ۾ شامل رهڻ کپن.

ڪافيون ٥، ١٠، ١١، ١٢، ١٣، ١٤، ١٥، ١٩، ٢٤، ٢٥، ٢٦، ٣٥، ٣٩ ۽ ٤٢ هير رانجهو سان واسطيدار آهن ۽ ڪافيون پڻ "هير رانجهو" جي ڪافين سان شامل هئڻ کپن.

'مزيد ڪلام' ڪافيون، ١٧، ٢٠، ٢٧، ٢٨، ٣١، ٤٠، ٤٤ ۽ ٤٧ "تصوف" سان لاڳاپيل آهن. تنهنڪري اُهي پڻ 'تصوف' ۾ شامل هئڻ گهرجن.

جيئَن مٿي عرض ڪيم تہ "مزيد ڪلام" ۾ شامل ڪافيون رسالي ۾ موجود موضوعن سان سڌو لاڳاپيل آهن، ان لاءِ مناسب اهو ڄاتم تہ انهن ڪافين کي مزيد ڪلام جي ليبل کان آجو ڪري، واسطيدار موضوعن ۾ شامل رکجي.

جيئَن تہ "مزيد ڪلام" ۾ موجود سمورو ڪلام (ڪافيون) سواءِ هڪ ڪافيءَ جي جا "مزيد ڪلام" ۾ ڪافي ٣٠ (سر پيروي) طور شامل هئي ۽ هيءَ ڪافي سسئي پنهونءَ جي لوڪ داستان سان واسطيدار آهي ۽ ان موضوع سان هن رسالي ۾ اڳ وڌيڪ ڪلام شامل نہ آهي، ان ڪري اها ڪافي رسالي جي آخر ۾ "متفرق ڪلام" طور شامل رکي اٿم.

**ترتيب جي ٻي اهم اوڻائي: رسالي ۾ 'اردو ڪلام' جو شامل رکڻ**

رسالي جو نالو "سچل جو سرائڪي ڪلام" ظاهر ٿو ڪري تہ رسالي ۾ سچل سائينءَ جو فقط سرائڪي ڪلام موجود آهي، پر مانواري مرتب رسالي ۾ سچل سائينءَ جي 'اردو ڪلام' کي پڻ شامل رکيو آهي. جنهن جي شامل رکڻ لاءِ مولانا صاحب ڪو سبب بہ نہ ڄاڻايو آهي، نہ ئي ان لاءِ ڪو سبب بنجي ٿو. ان لاءِ مناسب اهو ڄاتم تہ "سچل جو رسالو" (سرائڪي

ڪلام) ۾ فقط ۽ فقط سچل سائينءَ جو سرائڪي ڪلام ئي شامل هئڻ گهرجي، ان لاءِ رسالي ۾ ’اردو ڪلام‘ شامل نہ رکيو اٿم.

باقي پبلشر جي پنهنجي مرضي، اها بيٺي آهي تہ رسالي ۾ شامل ’اردو ڪلام‘ کي الڳ ڇپرائي پڌرو ڪجي تہ جيئن سچل سائينءَ جو ’اردو ڪلام‘ پڻ عام پڙهندڙن جي اکين کان اوجهل نہ رهي ۽ اهو وڌيڪ مناسب پڻ آهي تہ سچل سائينءَ جو ’اردو ڪلام‘ الڳ ڪتابي صورت ۾ ڇپجي پڌرو ٿئي. بلڪہ سندس ستن ٻولين ۾ چيل ڪلام کي الڳ الڳ ڪتابي صورت ۾ ڇپائي پڌرو ڪرائڻ کپي تہ جيئن، سندس ”هفت زبان“ شاعر واري سڃاڻپ نکري نروار ٿي بيهي.

**ترتيب جي ٽين اوڻائي: موضوع وار ڪلام جو اندروني سٽاءُ**

مولانا صاحب رسالي ۾ شامل ڪلام کي موضوع مطابق ترتيب ڏيندي اندروني تسلسل جو ذرو بہ خيال نہ رکيو آهي. هن صاحب ڪلام کي ترتيب ڏيڻ وقت تسلسل سان اڳتي وڌائڻ بجاءِ هر موضوع ۾ شامل ڪلام ۽ خاص طور تي ڪافين کي تہ رڳو هڪ هنڌ گڏ ڪري رکيو آهي، جنهن مان لڳي ٿو تہ يا مولانا صاحب ترتيب ڏيڻ وقت تسلسل طرف ڪو ڌيان ڏئي نہ سگهيو آهي، يا وري هو ترتيب جي بنيادي اصولن کان اڻ واقف رهيو آهي،

مثال طور، ”حسن ۽ عشق“ ۾

۱ کان ۱۸ تائين شامل ڪافين ۾ اندروني تسلسل ڪي قدر موجود آهي، يعني ڪافي هڪ ۾ محبوب جي عقابي اکين جو ذڪر آهي، ڪافي ۴ ۾ رنگ محبوب کي پرچائڻ جو ذڪر ٿيل آهي ۽ ان کان بعد وارين ڪافين ۾ محبوب کي ڏوراپا ڏنل آهن. پر ڪافي ۱۹ ۾ وري محبوب جي تلوار جهڙن اکڙين جو ذڪر ٿو اچي. ائين هر موضوع ۾ شامل ڪلام ۾ بار بار ترتيب جا اهڙا جهول نظر اچن ٿا، جنهن مان محسوس ٿئي ٿو تہ ڪلام جي ترتيب لاءِ مرتب فقط فرض ادائگي ڪئي آهي.

**ترتيب جي چوٿين اوڻائي: مولانا صاحب جي سهيڙيل رسالي ۾ سرن جي اندروني ترتيب ۾ پڻ واضع فرق آهي.**

مثال،

ترتيب موجب مواد جو سٽاءُ هن طرح رکيو اٿس.

1- حسن ۽ عشق

سڀ کان اول: ڏوهيڙا

ان بعد: ڪافيون
آخر ۾: سي حرفيون

2- هير رانجهو
سڀ کان اول: ڏوهيڙا
ان بعد: سي حرفيون
آخر ۾: ڪافيون

3- تصوف
سڀ کان اول: ڏوهيڙا
ان بعد: ڪافيون
آخر ۾: سي حرفيون .

ترتيب ۾ هن طرح جي اوڻائيءَ مان لڳي ٿو تہ مولانا صاحب موضوع موجب ڪلام جي ترتيب ڏيڻ وقت يا تہ اندروني سٽاءَ ۾ هڪجهڙائي کي ڪا خاص اهميت نہ ڏني يا وري ان ڳالهہ کان اڻ واقف آهي. جڏهن ت موضوعن ۾ ڪلام جي ترتيبوار سٽاءَ ۾ هڪجهڙائي هئڻ لازمي آهي. ان لاءِ مون هر موضوع ۾ آيل ڪلام جي اندروني سٽاءَ ۾ ساڳيائپ برقرار رکي آهي.

يعني،

اول: ڏوهيڙا
ان بعد: سي حرفيون
آخر ۾: ڪافيون

## ترتيب جي پنجين اهم اوڻائي: ڪافين جي اندروني ترتيب

مولانا صاحب ڪلام ترتيب ڏيڻ وقت ڪن ڪافين جي اندروني سٽاءَ کي سمجهي نہ سگهيو آهي.

مثال طور: علي قلي بيگ جي "رسالو سچل سائين" جي صفحي ۷۴ - ۷۵ سر پيروي جي ڪافي ۱۷۰ ۾،

ٿلهہ: نہ ڪوئي مين، نہ ڪوئي تين، ٿيون گم اِثان بي دم.

هن ڪافيءَ ۾ علي قلي بيگ ٿلهہ بعد ست بندَ شامل رکيا آهن ۽ هر بند هڪ سٽ جو آهي. هن ڪافيءَ ۾ شامل هر بند جو قافيو آهي،

جم - غم - دم - چم - هم - تم - رم.

۽ اهم ڳالهہ تہ ڪافيءَ جي آخري بند ۾ شاعرَ تخلص بہ ڪم آندو آهي.

"سچو" سَٽ وڃون اے هستي، اتاهين غير هووے رم.

پر مولانا صاحب، هن ڪافيءَ جي ترتيب ۾، جا 'تصوف' ۾ ڪافي ۱۱۲ (سر ڀيروي) طور شامل رکيل آهي، تنهن ۾ ٽلهه بعد هر بند ۾ سٽن جو رکيو آهي ۽ ڪافيءَ ۾ ۴ بند ڏيکاريا اٿس. جيئَن تہ ڪافيءَ ۾ ٽلهه بعد ڪل ست (۷) سٽون (ساڳيون علي قلي بيگ واريون) شامل رکيون اٿس. ان لاءِ آخري بند ۾ هڪ سٽ ڏئي، ٻي سٽ (..........) نامعلوم ڄاڻائي اٿس. حقيقت ۾ ڪافيءَ جو بندوار سٽاءُ علي قلي بيگ وارو ئي درست آهي. يعني، هر سٽ بند تي مشتمل آهي ۽ ڪافي پڻ پنهنجي جاءِ تي مڪمل آهي.

## ڇهين اوڻائي: ترتيب جو ٻئو معيار

مانواري علي قلي بيگ ڪلام جي ترتيب وقت خاص طور تي پهرئين جلد ۾ ڪافين کي ترتيب ڏيندي، ڪافيون موضوع بجاءِ راڳ ۽ راڳڻين جي نسبت سان سُروار ترتيب ڏنيون آهن.

جيئَن تہ:

ڀيروي، تلنگ، سارنگ، پهاڙي ۽ جوڳ وغيره.

جنهن مان صاف ظاهر آهي تہ علي قلي بيگ ڪافين واري جلد ترتيب ڏيڻ وقت راڳ ۽ راڳڻين جي نسبت سان سُر ترتيب ڏنا.

جڏهن تہ، مولانا صاحب "سچل جو سرائڪي ڪلام" سهيڙڻ وقت موضوع مطابق ڪلام ترتيب ڏنو، جيئَن تہ:

"حسن ۽ عشق"، "هير رانجهو"۽ "تصوف".

ان صورت ۾ هر ڪافيءَ جي سري تي راڳ/ راڳڻين جو نالا پڻ باقي رکيو اٿس، جو مناسب نہ پيو لڳي. جڏهن تہ، عثمان علي انصاريءَ "رسالو سچل سرمست" (سنڌي ڪلام) کي موضوع وار ترتيب ڏيڻ بعد راڳ / راڳڻين واري نسبت باقي نہ رکي آهي. مون پڻ اهوئي مناسب ڄاتو تہ موضوع وار ترتيب بعد راڳ/ راڳڻين واري نسبت شامل نہ رکجي.

## ڇپائيءَ جي اهم غلطي

"هير رانجهو" صفحي ۱۳۱ سي حرفي ۲، جو حرف 'ن' بعد وارو مواد و، هہ، ع، ي سي حرفي ۳ ۾ حرف 'ج' جي مواد بعد شامل رکيو ويو آهي. جنهن ڪري هڪ طرف سي حرفي ۲ نامڪمل رهجي وئي آهي تہ ٻئي

پاسي سي حرفي ۳ ۾ واڌو مواد شامل ٿي ويو آهي. جنهن غلطيءَ کي هن رسالي ۾ درست ڪيو ويو آهي.

## رسالي جي آخر ۾ 'سچل لغت' جو شامل رکڻ

جيئن ته، "رسالو سچل سرمست" (سنڌي ڪلام) ۽ "سچل جو رسالو" (سرائڪي ڪلام) ۾ ڪيترائي ٻين ٻولين، عربي، فارسي، سرائڪي وغيره جا لفظ توڙي سنڌي ٻوليءَ جا اهڙا لفظ شامل آهن، جن جو مقصد يا مطلب سمجهڻ عام پڙهندڙن لاءِ آسان نه آهي ۽ ان لاءِ ته جيئن عام پڙهندڙ سچل سائينءَ جي ڪلام ۾ سمايل پيغام کي آسانيءَ سان سمجهي سگهن، مون ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي صاحب جن جي "سچل لغت" رسالي جي آخر ۾ شامل رکي آهي. رسالي منجهه موجود لفظن جون تز معنائون ڏنل آهن. بلڪ سچ ته لغت جي حوالي سان (بلوچ صاحب کان پوءِ) ڊاڪٽر سنديلو صاحب جن جا سنڌي ٻوليءَ تي وڏا وڙ آهن، جو هن صاحب جون 'تحقيق لغات سنڌي'، 'سچل لغات'، 'تحقيق لغات سامي' ۽ سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپرايل 'سنڌي لغت' جي ڪجهه جلدن ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان سندن گڏيل پورهيو سنڌي ٻوليءَ لاءِ وڏو سرمايو آهي ۽ اسان سنڌي پنهنجي اهڙي محسن جا احسانمند آهيون، جنهن لغت جي حوالي سان سنڌي ٻوليءَ کي شاهوڪاري بخشي.

مون "سچل لغت" مان رسالي جي آخر ۾ فقط لفظ ۽ ان جي معنيٰ شامل رکي آهي. لفظ جو بنياد ۽ ڏاتو شامل ڪين رکيو اٿم جو عام پڙهندڙ لاءِ رڳو معنيٰ/ مقصد ڄاڻڻ ئي ضروري آهي.

## آخري گذارش

سچل جو رسالو (سرائڪي ڪلام) مون پنهنجي سمجهه آهر سوڌي سنواري اوهان پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيو آهي، جي اوهان پڙهندڙ پارکو ٿي پروڙڻ جي ڪوشش ڪندؤ ته منهنجي ڪيل هن پورهئي منجهه اوهان کي ڪيتريون ئي ڪچايون ڦڪايون نظر اينديون، جو منهنجي سمجهه جي وسعت ئي ايتري آهي، پر اميد اٿم ته اوهان پڙهندڙ منهنجي ناسمجهيءَ کي سامهون رکي، مدايون معاف ڪندؤ، جو آءٌ معافي طلب آهيان.

فقط

گل محمد

## مؤلف جي گذارش

بسم الله الرحمان الرحيم - گذارش آهي تہ هيءُ عاجز مؤلف، 1319ھ کان، حضرت بابرڪت سرمست بادہ وحدت حافظ ميان عبدالوهاب صاحب فاروقي عليه الرحمه، المتخلص به "آشڪار"، "خدائي"، "سچل"، جي سوانح حيات جو ۽ سندس شعر و سخن جو شيدا رهي ٿو. ٻين لفظن ۾ هي چوڻ پڻ صحيح ٿيندو تہ جڏهن سچل سائين عليه الرحمه جي وصال کي مرڳو سٺهتر سال گذريا هئا، تڏهن کان انهي خيال ۽ شوق ۾ رهندو ٿو اچان. ميان آندل فقير فاروقي درازن واري ساڻ منهنجي اڪثر ملاقات ٿيندي هئي، جنهن وٽ سچل سائين عليه الرحمه جي پيرن جي جتي ۽ ڪجهہ ٻيا تبرڪات پڻ هئا.

ميان آندل فقير وڏيءَ عمر وارو هو ۽ هن جي منهنجي ڀاءُ ميان محمد ڪاظم مرحوم ساڻ گهري دوستي هئي، جنهن ڪري هو اسان وٽ راڻيپور شريف ۾ اڪثر ايندو هو، جنهن کان سچل سائين عليه الرحمه جي حالات ۽ سوانح بابت گهڻين روايتن جي تصديق توثيق ٿيندي هئي. ميان آندل فقير چوندو هو تہ، ’سچل سائينءَ کي سندن مرشد علامہ خواجا عبدالحق عليه الرحمه ننڍي لاءِ "سچو"، "سچل" ۽ "سچيڏنو" ڪوٺيندو هو، انهي ڪري سنڌي، سرائيڪي، اردو ۾ اهو ئي "سچو"، "سچل"، "سچيڏنو" تخلص اختيار ڪيو هئائين.

ٻيو آندل فقير بلادي ويٺل بنگلو لڳ ڪوٽ ڏيجي، جنهن جو ذڪر مرحوم مرزا علي قلي بيگ پنهنجي "رسالي سچل" ۾ ڪيو آهي، ان جو پٽ حسين بخش بلادي، جو پڻ پوڙهو وڏيءَ عمر وارو هو ۽ اسان جي پير صاحب حضرت پير سيد محمد صالح شاهہ صاحب جيلاني عليه الرحمه وٽ سال ۾ ٻہ ڦيرا ضرور ايندو هو (هڪ ڦيرو ٻارهي جي ميلي تي ۽ هڪ دفعو درازا شريف ۾، جڏهن چوڏهينءَ جو ميلو ٿي گذرندو هو) اهو حسين بخش فقير سٺو راڳيندڙ ۽ سڌ ٻڌ وارو سنڌي پڙهيل بہ هو، جنهن کان آءُ حضرت پير صاحب جن جي روبرو توڙي خلاصو صرف سچل سائينءَ جو ئي ڪلام چوائيندو هوس.

سچل سائينءَ جا ڪجهه سوانح حيات پنهنجي پير صاحب کان پڻ هٿ ڪيم، جيڪي ڪين سندن والد ماجد حضرت پير سيد غلام محي الدين شاهه صاحب عليه الرحمه کان پهتل هئا ۽ ٻيا جيڪي ڪوائف ڪين مير صاحب مرحوم سر مير علي مراد خان صاحب واليءِ رياست کان ۽ سندن صاحبزادن ۽ جهونن مصاحبن کان پنهنجي ڪنين بلاواسطه ٻڌل هئا - ڇو تہ حضرت پير صاحب اسان جي مير صاحب سر مير علي مراد خان کي ڏاڍو چاهيندو هو ۽ پنهنجا دستخطي رقعا لکي گهرائيندو هوس.

مؤلف حقير جا جناب پير صاحب پير سيد ميان خميص علي شاهه صاحب عليه الرحمه گيلاني گمبٽ واري سان پڻ نيازمندانہ تعلقات هئا، ۽ سندن خدمت ۾ بہ اڪثر ويندو هوس. سچل سائينءَ جا انهن کان بہ ڪجهه حالات مليا، جيڪي ڪيس سندس والد صاحب پير صاحب ميان شمس الدين شاهه صاحب گيلاني عليه الرحمه کان ٻڌل هئا.

اهڙيءَ ريت، ڪجهه حالات مرحوم مخدوم ميان غلام محمد کهڙن واري کان بلاواسطه ٻڌم ۽ ڪجهه روايتون مرحوم سرائي حاجي غلام رسول خان (عام مختيار سرڪار شاهزادهه مير احمد علي خان صاحب ٽالپر عليه الرحمه) کان، شاهزادهه مير غلام حسين خان صاحب ٽالپر جي روبرو ٻڌم.

... جيئن اهي سڀ روايتون موقعي سر اڳتي قلم بند ڪيون ويندينون.

جيتوڻيڪ ڪتاب جي حجم وڏي وڃڻ جو خوف آهي، تڏهن بہ آءُ اهڙيون سچيون روايتون ضرور لکندس، جيڪي هن کان اڳ ڪنهن بہ تذڪره نويس نہ لکيون آهن، جن جو نہ لکڻ سچل سائينءَ جي سوانح حيات ۾ وڏي گهٽتائي ٿيندي، ۽ آئيندهه اهي سچيون روايتون ۽ واقعات معدوم ٿي ويندا ۽ جن رواين کان مون اهي روايتون ۽ واقعات ٻڌا، انهن مان صرف شاهزادو مير غلام حسن خان صاحب ٽالپر حيات آهي، ۽ ناچيز مؤلف پڻ پوڙهو شيخ فاني ٿي ويو آهي ۽ پنهنجي پروردگار غفار ستار ڏانهن وڃڻ وارو آهيان.

ز چشم آستين بردار و گوهر را تماشا کن - فقط

**فقير محمد صادق غفرلہ**

راڻيپور شريف، ضلعو خيرپورميرس، غره رمضان شريف،

1376 هجريہ مقدسہ مطابق 2 اپريل 1957ع

# سچل سائينءَ جي زندگي
# ۽
# سندس ڪلام

## سچل سائينءَ جو شجره نسب

مولوي حافظ عبدالوهاب "سچل" بن ميان صلاح الدين بن ميان محمد حافظ عرف صاحبڏنو بن مخدوم عبدالوهاب بن مخدوم محمد حافظ بن مخدوم عبدالوهاب بن مخدوم شرف الدين بن مخدوم موسيٰ بن حافظ علم الدين بن مخدوم شهاب الدين بن مخدوم سليمان بن مخدوم خواجه ابو سعيد بن مخدوم نورالدين بن مخدوم محمود بن ابوالفتح بن محمد اسماعيل بن محمد يوسف بن سليمان بن محمد بن احمد بن برهان الدين بن عبدالعزيز بن عبدالوهاب بن عبدالمطلب بن برهان الدين بن احمد بن عبدالله بن يونس بن محمد بن شيخ اسحاق بن شيخ عبداللطيف بن محمد باقر بن محمد بن شيخ شهاب الدين بن عبدالعزيز بن عبدالله بن عمر بن الخطاب فاروق رضي الله عنهم.

## سچل سائينءَ جي بزرگن جو سنڌ ۾ اچڻ

جيئن سنڌ جي تاريخ ۾ آهي، غازي محمد بن قاسم جڏهن 93 هجري ۾ سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي، ته شيخ شهاب الدين فاروقي سندس ماتحت سنڌ تي حملي ڪرڻ وقت حملي آوارن سان شريڪ هو، ۽ سيوستان (سيوهڻ) جي فتح ڪان پوءِ شيخ شهاب الدين کي سيوستان جو حاڪم مقرر ڪيو ويو هو. شيخ شهاب الدين فاروقي تاريخ 9- محرم 95 هجريءَ ۾ فوت ٿيو ۽ سيوهڻ ۾ مدفون ٿيو؛ جنهن کان پوءِ سندس فرزند شيخ محمد فاروقيءَ کي سندس جانشين حاڪم مقرر ڪيو ويو، جنهن جو تاريخ 7- رجب 124هه ۾ انتقال ٿيو؛ ۽ سندس فرزند شيخ اسحاق فاروقيءَ کي ان جو جانشين مقرر ڪيو ويو، جنهن تاريخ 30- ماهه جمادي الثاني 193هه ۾ وفات ڪئي؛ ۽ سندس پٽ

شيخ محمد فاروقي جانشين مقرر ڪيو ويو. ان کان پوءِ جڏهن غازي سلطان محمود غزنويءَ سنڌ هٿ ڪئي، تہ هن شيخ محمد فاروقيءَ کي جاگير طور ساليانہ پگهار مقرر ڪري ڏنو. انهي شيخ محمد فاروقيءَ تاريخ 2- رمضان شريف 221 هجريءَ جي رحلت ڪئي، جنهن جي اولاد مان مخدوم ... بن وحيدالدين بن عبدالعزيز بن محمود بن ابوالفتح فاروقي نالي وارا نامور ٿيا. ۽ اهي مڙيئي سيوهڻ شريف ۾ رهندا هئا. ۽ ڳوٺ خدا آباد جي ويجهو جيڪو نوريجن جو ڳوٺ آهي، اهو انهن فاروقي بزرگن پنهنجي ٻانهن کان ٻڌايو هو.

مخدوم نورالدين، تاريخ 21- رمضان شريف 464 هجري، سيوهڻ ۾ رحلت ڪئي، جنهن کي چار فرزند هئا: هرهڪ نالي ابوسعيد، بدرالدين، رڪن الدين ۽ ضياءُالدين، جن مان مخدوم ابوسعيد ۽ مخدوم بدرالدين سيوهڻ مان هجرت ڪري گاگڙي پرڳڻي (لڏي گاگن) ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا. ۽ 665 هجري، ۾ اهي ٻئي ڀائر مخدوم جمار عليه الرحمه جا مريد ٿيا. جيڪو حضرت مخدوم غوث بهاءُالدين زڪريا ملتاني عليه الرحمه جو مريد ۽ خليفو هو ۽ وڏو عالم، متقي، صاحب ولايت ۽ ڪرامت جو ڌڻي هو ۽ مرجع الخلائق ۽ مستجاب الدعوات هو. (انهي مخدوم جمار جو مقبرو شهر راڻيپور کان ڏکڻ طرف ۾ ميل کن فاصلي تي وڏي شاهي صوبائي روڊ جي اپرندي ڪپ تي آهي، جيڪو ڪراچيءَ ڏانهن وڃي ٿو.) مخدوم ابو سعيد ۽ مخدوم بدرالدين جي زهد، عبادت، تقويٰ، اطاعت ۽ رياضت جو بيان مرزا علي قلي خان پنهنجي رسالي ۾ تفصيل سان لکيو آهي. مخدوم ابو سعيد جي قبر مڪان موسيجي، ديهہ راڻيپور، تعلقي گمبٽ ۾ شهر راڻيپور کان اولهہ طرف اٽڪل ميل کن پنڌ تي وڏيري خان ڪلهوڙي جي ڳوٺ کان اولهہ پاسي ڪلهوڙن جي گهرن ويجهو آهي. هڪ جاهل فقير علڻ ڪلهوڙو ان کي ڪعبہ مشائخ جي قبر ڪوٺي اتي سال ۾ هڪ دفعو تل جي خيرات ڪندو هو. هينئر سندس پٽ ڏٽي بخش تل جي خيرات ڪندو آهي.

مؤلف جي تحقيقات موجب مخدوم ابوسعيد جا پويان موسيجيءَ کان لڏي شهر راڻيپور ۾ اچي رهيا هئا، جن مان قاضي مخدوم محمد شريف هڪ زبردست عالم، مشهور محدث، صاحب ڪشف ڪرامات جو ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس مسجد شريف، جيڪا انهي زماني ۾ جامع مسجد هئي ۽ هن

وقت راڻيپور جي سرڪاري اسپتال کان اتر طرف پنجاهہ ڪن گز جي فاصلي تي آهي، ان مسجد لڳ ڏڪڻ پاسي مخدوم محمد شريف ۽ سندن عزيزن جون قبرون آهن. مسجد جي اوير ويجهو پڪو کوهہ آهي، ۽ کوهہ جي اوير ۾ هڪ وسيع ڪوٽ ۾ اندر انهن فاروقي بزرگن جون ماڙيون جڙيل هيون، جي مؤلف 1901ع ۾ پنهنجي اکين ڏٺيون هيون، جن ۾ حضرت پير صاحب جا ملازم سرائي چٽل خان خاصخيلي ۽ اميد علي خاصخيلي ۽ مولوي الله بخش پنهنجي اهل عيال سميت رهندا هئا. انهن ماڙين جي چوڌاري هڪ وڏو ڪوٽ اوڏڪو نڪتل هو، جيڪو امتداد زماني سبب ڪٿان ڪٿان ڪِريل هو.

(مخدوم محمد شريف فاروقيءَ موصوف جي مسجد ۾ هڪ ٿنڀ ڪاٺ جو ڪرامتي آهي. اوائل عمر ۾ مون کي ٽيئڙ بخار واري جو ٿيو هو؛ حضرت پير صاحب جن پنهنجو ماڻهو ساڻ ڏيئي مون کي روانو ڪيو هو تہ جيئن بخار جي واري کان اڳ ۾ انهي ڪاٺ واري ڪرامتي ٿنڀ کي ڀاڪر پائي اچان؛ تي ڏينهن ائين ڪرڻ سان ٽيئڙ بخار جو وارو ڇڏي ويو هو. انهيءَ ٿنڀ جي هيءَ روايت قديم زماني کان هليل آهي تہ مخدوم محمد شريف جڏهن اها مسجد تعمير ڪرائي رهيو هو، تہ ڊکڻن ۽ رازن اچي ڪيس ٻڌايو هو تہ، "ٿنڀ ڊيگهہ ۾ هٿ ڪن گهٽ ٿي پيو آهي، انهي ڪري جيستائين ڪو ٻيو ٿنڀ اچي تيستائين مسجد جو ڪم بند ڪيو وڃي." مخدوم صاحب ٻڌي، اٿي ڪڙو ٿيو تہ، "مون کي اهو ٿنڀ هلي ڏيکاريو." ڪاريگرن اها ڪاٺي هلي ڏيکاري، جنهن تي بزرگ پنهنجو ساڄو هٿ ڦيرائي، ڪاريگرن ۽ مزورن جي روبرو هيءَ دعا گهري تہ، "رب سائين، تون سائي ڪاٺيءَ کي وڌائين ٿو، سڪل ڪاٺيءَ کي نٿو وڌائي سگهين ڇا؟ الله سائين، توکي سڀ قدرت آهي، هن سڪل ڪاٺيءَ کي پنهنجي قدرت سان ڊگهو ڪر!" سندس دعا کان پوءِ واڍي ماپ ڪئي، تہ ڪاٺي گهربل انداز کان ٻہ وڏي ٿي. هي معلوم نہ ٿي سگهيو تہ انهي ڪرامت لاءِ ٽيئڙ بخار ڇڏي ويندو، مخدوم موصوف ارشاد ڪيو هو يا سندس انتقال کان پوءِ اها ڪرامت ڪنهن بزرگ جاري ڪئي. والله اعلم بالصواب واليه المرجع والماب. هن وقت اهو ٿنڀ ڪِري پيو آهي، ۽ ويساهي ماڻهو اڃان تائين واري جي بخار اچڻ کان اڳ تا هن ٿنڀ کي ڀاڪر پائين، تہ بخار جو وارو ٽريو وڃي.)

انهي مخدوم محمد شريف جي شعر جو نمونو لکجي ٿو.

ملا موران تن سان محبت ميٺ نہ ڪن،
ويسه وسوڙلن ڪي ڪاتيءَ ساڻ ڪهن؛
اٿن خير خلق سان نہ ساڻ ولايت وارن،
سبب تنهن جو پترو مر سارا لوڪ سڻن:
ملا سچا ۽ سڪتا، هو ڪراماتون ڪن،
هي هلن ظاهر تي، هو باطون بکن؛
ستون ڏين سماءَ جون ڳجها سر سلن،
تن ڪان اسم الله جو جيڪي پرس پچن؛
ٿئي هدايت تن کي رب جي راز رسن،
جيارين جڏن کي نهاريو نيڻن؛
ڏين نپٽن پٽڙا، مردي نامردن،
اکيون ڏين انڌن کي، صحت مريضن؛
ڪرامتون اهڙيون بيون پڻ سوَ سنڌين،
ڳٺي ڳٽيان ڪيترا لکڻ لاهوتين؛
تيله فقيرن سان پيئي ناهہ پڙهين،
پال پلايون تن جون سٽيو ڪين سهن؛
تا مرن انهم مامري تہ هو تا وڌوچن!

## سچل سائينءَ جي بزرگن جي پيري مريدي

سچل سائينءَ جو ڏاڏو ميان محمد حافظ عرف صاحبڏنو عليه الرحمه، جيڪو 1101هہ ۾ ڄائو هو ۽ 1192 هجريءَ ۾ فوت ٿيو هو، اهو سنڌ جي ڪلهوڙن حاڪمن طرفان وڏي عهدي تي فائز هو. هڪ ڏينهن جيئن هو ڪنهن سرڪاري ڪم سان گهوڙي تي سوار ٿيو، ڪوٽڙي ڪبير کان ڏيوٽن جي ڳوٺ ڏانهن ٿي ويو، تہ انهن ٻن ڳوٺن جي درميان جهنگ ۾ هڪ مجذوبہ زال، بيبي بصريءَ نالي، بلڪل الف اگهاڙي کيس ڏسڻ ۾ آئي، جنهن چيس تہ، "صاحبڏنا، خدا تنهنجي ڪم ۾ آهي، تون ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ پنتي موٽي وڃ!" ۽ تڏو ساهہ کڻي هي سنڌي بيت چيائين:

"چري ڪري بصري ڪري تہ ڪر نانهہ،
ويئي پرائي ويانهہ تنهن جو هينئڙو تاهس ٿيو."

"جيئان گهٽو جڳ ۾ پر جسم نہ جيئڻ ڏي؛
باب نہ پڙهج بي، هوئج آسودو الف سان."

"ور سان وجهي ڪاڻ، ڪليو سمهين ٿي ڪر سان،
آيل هي اهجاڻ، جا ڪر چڏي تو ٿري."

انهي واقعي کي سچل سائينءَ پنهنجي تصنيف "رازنامہ" ۾ هيٺينءَ ريت بيان فرمايو آهي:

| | |
|---|---|
| عرف جدم مشتهر صاحبد نہ | اسم محمد حافظ ست براست |
| روز يک مي رفت بيرون از شهر | بود خواجہ بر تماشاي دگر |
| درميان کوتري و ديونہ | ديد يک ديوانہ زن بد برهنہ |
| بي بي بصري بود ظاهر نام او | کس نمي بشناخت اورا تار مو |
| تاکہ آن ديوانہ زن پيشش رسيد | گفت باآن خواجہ اين آهي کشيد |
| بشنواز من راز اي مرد خدا | آن خدا در کار تو تو تا کجا |
| بيتها سندهي بگفتا از زبان | آن بہ پيش توهمي سازم عيان |
| ازشنيدن خواجہ آن بيخود شده | باز پس گرديد عاشق خود شد |
| پارچہ عمامہ را از سر کشيد | جرعہ از ميخانہ وحدت چشيد |
| آمده بشگافت جنگل گوشہ ساخت | جز محبت هرچہ بد زو روبتافت |
| چهل چلہ اندران بيشہ کشيد | بعد مدت شہ عبيدالله رسيد: |

انهيءَ واقعي کان گهٽي مدت بعد ميان صاحبڏنو حضرت شيخ عبيدالله جيلاني بغداري عليه الرحمه جو مريد ٿيو، جيڪو محبوب سبحاني شيخ عبدالقادر جيلاني قدس سره جو پڙ پوٽو هو ۽ پنهنجي پن ڀائرن هرهڪ شيخ ڪليم الله ۽ شيخ عبدالملڪ عليه الرحمه ساڻ گڏ سنڌ ۾ آيو هو. حضرت بادشاهہ ڀٽائي عليه الرحمه جو ڏاڏو حضرت شاهہ ڪريم عليه الرحمه بلڙيءَ وارو شيخ ڪليم الله جو مريد ٿيو، ۽ شاهہ عنايت الله صوفي عليه الرحمه جهوڪ وارو شيخ عبدالملڪ جو مريد ٿيو هو.

ميان صاحبڏني فاروقيءَ بہ سنڌيءَ ۾ شعر چيا، نموني طور ڪجهہ بيت

هتي لکجن ٿا:

ملا، جي محبت جي وٺي هڪ پئين
چڙي مڪتب معرڪو سوريءَ سر ڏئين
ڪيئن ٿو تون جئين، ريءَ سڪ "صاحبڏنو" چوي!

ري سڪ "صاحبڏنو" چوي ڪوڙئين پڙهن ڪتاب
پچن غير گناه ڪان سوين ڪرن ثواب
سٽي دهشت دوزخ جي اڪين پرن آب
اٿئي سپ حجاب، ريءَ سڪ "صاحبڏنو" چوي.

ريءَ سڪ "صاحبڏنو" چوي متان آخوند ڪوٺائين
چڙي مڪتب معرڪو تون عشق نہ آٿائين
نينهن نہ ٿو لائين، ڪامل پنهنجي ڪانڌ سان!

ڪامل پنهنجي ڪانڌ، اوهان خبر آهي خاصي
اوڏا ٿيو نہ عشق کي اها بات نہ اوهان باسي!
آهيو اوهان بہ اداسي، پر ڪاريءَ مس ڪارا ڪيئو.

ادا ڙي آخوند، مار نہ معصومن کي
جيڪر تنهنجي جان تي برهہ اٿي هئي بوند
تہ هئين نہ مارين هُوند، ناحق نادانن کي.

پاڻ پنهنجو پاڻ ۾، جن پسيو نہ پيهي
"صاحبڏنا" صورت جي، ڪل تنين ڪيهي؟

فڪر فرهي جن، اٿئي پهر مراقبو
دلين جي درياءَ ۾، ٽبي ڏني تن
سي ٿا لقاءِ پسن، ننب عبادت ان جي.

اٿي آديءَ رات کي، چتئون چرخو چور
جوڙي ويهج جهد مان، منهن نه ٻئي موڙ
ساهي ٻڌ "صاحبڏنو" چوي، ڏاهي اٿي ڏور
اولائتي ٿي اور، ڳجهه اندر جون ڳالهڙيون.

ڳجهه اندر جون ڳالهڙيون، سانڍڻ اندر ساه
پڇي پڇائج پور ۾، متان ڪرين آه
"و نحن اقرب من حبل الوريد" ويجهي ڪنئو واه
ڪاڏي ڪئي ٿئي ڪاه؟ تو ۾ ديرو دوست جو!

تو ۾ ديرو دوست جو، موجب ڪتابن
پڙهيا جي پريت ڪان، اهي صحيح سڻ پڙهن
"قلوب المومنين عرش الله" چيو پاڻ ڏڻن.

ڪنهن جو نيهن نهر سان، ڪنين دٻايا درياءَ
"صاحبڏني" جي ساه، آهي سمنڊ سمائيو.

مخدوم ميان غلام محمد ڪهڙن واري روايت ڪئي، ۽ پڻ حضرت پير صاحب پير سيد محمد صالح شاهه عليه الرحمه پنهنجي والد ماجد صاحب کان روايت بيان فرمائي ته جڏهن ميان صاحبڏنو چلهه ڪشيءَ ۾ هڪ اونهي غار ۾ گوشه نشين هو، ته حضرت پيٽائي بادشاهه عليه الرحمه شهر ڪهڙن ڏانهن ويندي درازا شريف وٽ آيو، ته فرماياءِين ته، 'هت ڀڪل گدري جي خوشبوءِ آهي.' هڪ اهل معرفت بادشاهه جي ڳالهه سمجهي عرض ڪيو ته، 'قبلا، هتي ڪپڙن اندر هڪ اونهيءَ کڏ ۾ ميان صاحبڏنو فاروقي چلو ڪڍي رهيو آهي.' اهو ٻڌي، پيٽائي بادشاهه عليه الرحمه غار ۾ اندر ويجي، ميان صاحبڏني سان ملاقات ۽ روح رهاڻ ڪئي، ۽ چيائينس ته، 'هاٺي يار کي لڪائڻ نه گهرجي' ۽ غار مان ڪڍي اچي ٻاهر ويهاريائينس، ۽ پاڻ ڪهڙن جي شهر ٻاهران اوتاري ۾ وڃي لٿو. انهن ڏينهن ۾ رئيس العلماء مخدوم صاحب ميان احمدي عليه الرحمه ڪهڙن ۾ هو، جنهن حضرت پيٽائي بادشاهه عليه الرحمه

ڏانهن چوائي موڪليو تہ اسان سياڻي اوهان سان اچي ملنداسون!، پر پوءِ جڏهن مخدوم صاحب کي معلوم ٿيو تہ بادشاهہ سان تنبورا ۽ راڳيندڙ آهن، تہ مخدوم صاحب، جو هڪ وڏو عالم متشره هو، انهيءَ ڪري بادشاهہ سان ملڻ نہ ويو، ڇو تہ راڳ ۽ سرود شريعت ۾ حرام آهي. پوءِ بادشاهہ هيٺيون بيت مخدوم صاحب ڏانهن لکائي موڪليو:

اڄ نہ آيا سپرين، صبح ايندس آءٌ،
جنهن جو توتي نانءُ، سو ڪٽندو بارَ گهڻن جا.

انهيءَ بيت جو مخدوم صاحب تي اهڙو اثر ٿيو، جو پاڻ هلي اچي بادشاهہ سان ملاقات ڪيائين.

ميان آندل فقير فاروقيءَ ڪان عاجز مؤلف روبرو هيءَ روايت ٻڌي (جيڪا پنهنجي بزرگن کان ٻڌي هئائين، ۽ عام خاص ماڻهن ۾ پڻ متواتر مشهور آهي.) تہ ميان چنيهن فقير اڄڻ کهڙن وارو ميان صاحبڏني جو مريد هو ۽ چلہ ڪشيءَ وارن ڏينهن ۾ روزانہ پنهنجي مرشد وٽ کير پهچائيندو هو. اتفاقاً جنهن وقت بادشاهہ پتائي عليه الرحمه غار ۾ ميان صاحبڏني سان رهاڻ ڪري رهيو هو، تہ چنيهن فقير انهيءَ وقت کير کڻي آيو، ۽ اندر غار ۾ وڃڻ لڳو، تہ ميان صاحبڏني چيس تہ 'اڄ هت باهہ ٿي ٻري، متان اندر آيو آهين!' پر چنيهن فقير ڪونہ مڙيو، ۽ اندر لهي ويو، تہ کيس ميان صاحبڏني چيو تہ 'چنيهن، هاڻ تنهنجي "ڇ" اڄ ڪڏي ڇڏيسون، تون نسورو ئي "نينهن" ٿي پيو آهين !' انهي ڪان پوءِ چنيهن اڄڻ امانت وارو ڪامل درويش ٿيو، ۽ سندس اولاد ۾ پشت بہ پشت ڪرامت وارا متشره فقير ٿيندا ٿا اچن. هن وقت ميان حاجي حليم الله فقير کهڙن ۾ گاديءَ تي آهي، جيڪو شريعت جو پائبند مستجاب الدعوات درويش آهي ۽ گهڻا ماڻهو وٽس دعا تعويذ جي لاءِ ايندڙ آهن. جڏهن ميان صاحبڏنو تارڪ الدنيا ٿي، لوڙهو هٽائي، ان ۾ عزلت گزين ٿيو هو، تڏهن ڪان اهو لوڙهو درگاهہ شريف درازن جي لڳ چوڏاري رهندو اچي ٿو، ۽ انهي جي مرمت انهن اڄڻ فقيرن تي رکيل آهي، جيڪي سال ۾ اچيو لوڙهو سڌاريندا آهن.

ميان صاحبڏني عليه الرحمه کي بہ پٽ هئا: وڏو ميان صلاح الدين

صاحب سچل سائينءَ جو والد ماجد هو، پر سندس ننڍو پٽ ميان عبدالحق صاحب ميان صاحبڏني کان پوءِ گاديءَ تي ويٺو. ان بابت ٻه روايتون آهن، جن کي تذڪره نويسن پڻ بيان ڪيو آهي. هڪ روايت هيءَ آهي ته ميان صاحبڏني جي مرشد، شيخ عبيدالله جيلانيءَ، مسند نشينيءَ جو جيڪو سلسلو تاريخ 11 رمضان شريف 1164هه ۾ حبيب الدين جي مسجد واقع دراز شريف ۾ لکيو هو، ان ۾ ميان عبدالحق جو نالو لکيل هو نه ميان صلاح الدين جو؛ جنهن تي ميان صاحبڏني پنهنجي مرشد کي عرض ڪيو هو ته 'جو منهنجي وڏي فرزند صلاح الدين جونالو نه لکيو اٿوَ!؛ جواب ۾ فرمايائين ته 'ميان صلاح الدين کي هڪ پٽ ڄمندو، جيڪو سرمست ۽ زماني کان تارڪ هوندو، انهي ڪري تنهنجي ننڍي پٽ جو نالو لکيو اٿم.' ٻي روايت هيءَ آهي ته جتي هينئر درگاهه شريف آهي انهي هنڌ هڪ ڪَهڙ جو وڻ هو، جتي ميان صاحبڏنو هميشه صبح جي نماز وٽي پڙهندو هو. هڪ ڏينهن ميان صاحبڏني پنهنجي پٽن جو هن طرح امتحان ورتو، جو پنهنجي وڏي پٽ ميان صلاح الدين کي چيائين ته 'ڪهڙ وڻ پاڙيءَ جو هڪ ڪوُنرو پيو آهي، اهو وڃي ڪڍي اچ! هو ويو ته ڇا ڏسي ته آڏو رت جو درياهه پيو ٿو وهي، جنهن کي ڏسي موٽي آيو، ۽ اها حقيقت اچي عرض گذاريائين. جنهن کان پوءِ پنهنجي ننڍي پٽ ميان عبدالحق کي چيائين ته 'تون وڃي اهو ڪوُنرو ڪڍي اچ!' هو ويو ته هن به ڏٺو ته اڳيان رت جو درياه پيو وهي، پر همت ڪري، دل جهلي، رت جي درياهه ۾ ڪاهي پيو ۽ لنگهي وڃي ڪوُنرو ڪڍي اچي والد جي خدمت ۾ حاضر ڪيائين. انهي امتحان وٺڻ مان ميان صاحبڏني کي پڪ ٿي ته فقيريءَ جي اهليت ۽ لياقت سندس ننڍي پٽ ۾ ئي آهي. انهي ڪري پنهنجي وڏي پٽ ميان صلاح الدين کي وصيت ڪيائين ته 'مون کان پوءِ پنهنجي ننڍي ڀاءُ کي گاديءَ تي ويهارجانءِ!' انهي وصيت موجب ميان عبدالحق صاحب مسند نشين ٿيو. اها روايت ميان علي مراد فاروقيءَ به اسان جي پير صاحب کي روبرو ٻڌائي هئي. صحيح متواتر روايت آهي ته حضرت ٽپائي بادشاه عليه الرحمه جڏهن ٻئي ڀيري درازا شريف ۾ آيو هو، ۽ انهي وقت ميان عبدالحق صاحب گاديءَ تي ويٺو هو ۽ پنهنجي پٽن سان گڏ پنهنجي صغير ڀائٽي سچل سائينءَ کي به ٽپائي بادشاهه جي خدمت ۾ پيش

ڪري دعا طلب ٿيو هو، تہ انهي در يتيم کي ڏسي، بادشاهہ پيشنگوئي فرمائي هئي تہ ”هن کي پڙهائڻ جو ڪو ضرور نہ آهي، اسان جيڪو ڪنو (ديڳ) رڌو آهي، ان جو هي نينگر ڍڪڻ لاهي ڇڏيندو.“ ۽ بادشاهہ جي اها پيشنگوئي حرف بحرف پوري ٿي، جيئن اڳتي سچل سائينءَ جي سوانح حالات مان ظاهر ٿيندو، ۽ جيئن ٻين تذڪرهہ نويسن پڻ لکيو آهي.

مياں عبدالحق صاحب پڻ شعر چوندو هو، مؤلف حقير ميان آندل فقير فاروقيءَ ڳالهہ ڪئي هئي تہ هن وٽ سندن ڪلام لکيل هئا، ’پر منهنجي جاءِ کي باهہ لڳي هئي جنهن ۾ اهو بياض ڪلامن جو ۽ ٻيا تبرڪات سڙي ويا هئا: راقم کي خواجه عبدالحق صاحب جي چيل سنڌيءَ ۾ مدح ۽ ڪجهہ فارسي ڪلام دستياب ٿيو، جيڪو هن هيٺ لکجي ٿو، تہ يادگار رهي:

(حضرت خواجہ پير ميان عبدالحق صاحب جي چيل مدح حضرت محبوب سبحاني شيخ عبدالقادر جيلاني قدس سره)

بهر خدا و مصطفيٰ، يا غوث رب العالمين!
دل کي ڪرين سيد صفا، يا غوث رب العالمين!

نرتون نشر ناست ۾، منزل تنهنجي ملڪوت ۾
تنهنجي هڪل هاهوت ۾، يا غوث رب العالمين!

عارف آهين الله جو، تون دادلو درگاه جو،
... ... ... ...
واقف ڪرين تون راه جو، يا غوث رب العالمين!

سونهون ڪرين تون سير ۾، سڀ شر کان رک خير ۾
... ... ... ...
ڏي ڪانہ حاجت غير ۾، يا غوث رب العالمين!
... ... ... ...

تن کان نہ ٿئي طاعات ڪا، ڪانهي بدن جي بات ڪا،
... ... ... ...
تنهن جي ڪريو مصلحات ڪا، يا غوث رب العالمين!

سياڻو سڄهي ٿو سير جو، نارو وهي ٿو نير جو
پاڇي آهيان تو پير جو ..................
وٺ دست هن دلگير جو، يا غوث رب العالمين!

جن آدمي توکي نيان، آيا سنڌ در در ديان
توکي فلڪ تي ٿيا مڪان دشمن سنڌءِ هاويءَ هيان
ڪر ڪو ڪرم مون تي ميان، يا غوث رب العالمين!

شفاعت گهران تو شاه کان، تون آنهه منور ماه کان
... ... ... نيو نفس رهزن راه کان رک
خلل تنهن جي خواه کان، يا غوث رب العالمين!

توفيق ڏي طاعات ۾، سوکي گهران سڪرات ۾،
... ... ... ...
آدر ڏيو عرصات ۾، يا غوث رب العالمين!

ڏي صحت ڪل آزار کان، آهي انديشو نار کان
... ... ... بخشاء بخشڻهار کان
رک سختيءَ تبار کان، يا غوث رب العالمين!

ويلو قبر جو سخت تر، ايندا ملڪ ڏاڍي ڏمر
اُت ڪم نه ايندو زور زر، تنهن ويل ڪج تون وير ور،
دلگير تي تون دست ڌر، يا غوث رب العالمين!

دل عشق سان آباد ڪر، ڪونين ۾ شه شاد ڪر،
دامن لڱيءَ جو داد ڪر، ڪل علت کان آزاد ڪر،
صالح سندم اولاد ڪر، يا غوث رب العالمين!

در تي تنهنجي دربان جم، ففغور سنجر پشت خم،
حاضر مَلڪ بہ دم بدم، تنهنجو ولين تي قدم،
ڪر ڪو مقصر تي ڪرم، يا غوث رب العالمين!

تون درگه خدا جو دفتري، ڪانهي بنا تو رهبري،
واهڙ ٿيو سگهڙا وري، پٽيو اها دل جي دري،
ڪر وهم ڪان اجو وري، يا غوث رب العالمين!

ڪيا عجز "عبدالحق" ادا، سوڪور رکين تنهن کي سدا،
ڪي درد دل جا تنهن سندا ... ... ...
اچ خواب ۾ ڪارڻ خدا، يا غوث رب العالمين!

ميران محي الدين ميان، سڻ دانهن جا تو در ڏيان،
تعظيم عزت سان جيان، ايمان سان خاتم ٿيان،
دم آخرين ڪلمو چوان، يا غوث رب العالمين!

پير خواجه بدالحق علي الرحمه 1462 هجريءَ ۾ وصال ڪيو. سندس تاريخ وفات سچل سائينءَ موزون ڪئي. اهو قطعه تاريخ سندن مزار پر انوار تي ڪانسيءَ جي سر تي لکيل موجود آهي. هن هيٺ لکجي ٿو.

مرشد ڪامل حقيقت يار، وارث دين احمد مختيار
گوهر بحرانه واحد، ليس في الدار غيره ديار
سال تاريخ اوست مظهر حَق، ميم ماو من از ميان بردار
1264هه

حضرت خواجه عبدالحق جي وصال کان پوءِ، سندن فرزند سخي ميان قبول محمد صاحب اول گاديءَ تي ويٺو. سچل سائين ساڳيءَ طرح سندن خليفو رهيو. انهي سخي قبول محمد جي وصال کان، ٽي سال اڳ ۾ سچل سائينءَ برقعو مٿايو. ان کان پوءِ خواجه پير عبدالحق جو پوٽو ميان نظر محمد طور سينا وارو گاديءَ تي ويٺو. جنهن جي وفات کان پوءِ ميان نجم الدين، ۽ ان جي انتقال کان پوءِ سخي ميان قبول محمد صاحب ثاني عليه الرحمه گاديءَ تي ننڍي ڄمار ۾ ويٺو.

سخي ميان قبول محمد صاحب ثاني ڪلام الله شريف جو حافظ ۽ وڏو صاحب باطن جو ۽ ڪشف ڪرامت وارو، مستحاب الدعوات، ۽ ايڏو سخي

هو، جو سوين دفعا سوالين محتاجن کي بدن جا ڪپڙا بہ لاهي ڏنائين. عاجز مؤلف بي شمار دفعا سندن خدمت ۾ دعا طلبيءَ لاءِ ويندو هو. وڏو صوفي موحد ۽ مرجع اللحلائق هو. جڏهن ڪيس گاديءَ تي ويهاريائون، تہ سچل سائينءَ جي طالب يوسف نانڪ سندس آڏو يڪتارو ڪڻي هي ڪلام في البديه انشاد ڪيو هو. ڪلام وڏو آهي، جنهن ڪري ان جي مطلع لکڻ تي اڪتفا ڪجي ٿي. (انهي خاص قبوليت سان سندس عمر 125 سال ٿي.)

عمر دراز تيڏي، علي نگهبان هووي!
علي نگهبان هووي، مولیٰ مهربان هووي!
صاحب سلامي تيڏي، عرب ايران هووي!

رياست خيرپور جي وزير خانبهادر قادرداد خان هڪ ڀيري عرض ڪيو تہ "اوهان بہ ڪو ڪلام چيو آهي؟" ڪيس فرمايائون، "سچل سائينءَ ايترو ڪلام چيو آهي، جو وڌيڪ چوڻ جي ضرورت باقي نہ آهي." سندن هڪ بيت عام خاص ۾ مشهور آهي، جيڪو لکجي ٿو:

جامن تي جامان، پرين پهري آيو،
ڪامان ڙي ڪامان، تہ ڪيئو لِکُ قريب ڪيو!

هن سائين سخي قبول محمد عليه الرحمه جي مرقد شريف درگاهہ جي قبي ۾ ڏکڻ ڪان سنگ مرمر جي جڙيل آهي؛ ۽ خواجہ عبدالحق صاحب جي فرزند ميان زين العابدين ، ۽ خواجہ صاحب جي پوٽي ميان نظر محمد، ۽ ميان نظر محمد جي پٽ ميان غوث محمد عليه الرحمه جا مقبرا طور سينا واري قبي ۾ آهن، جنهن کي سچل سائين "طور سينا" ڪوٺيندو هو ۽ ان تي وجي عروج جي حالت ۾ چڙهي ويهندو هو.

## قطعہ تاريخ ميان زين العابدين عليه الرحمه

بود گل از گلشن رحمت اميرالمؤمنين، زينتِ اصحاب معني قدوه سلک حامدين
نخلِ بستانِ صفا، سو گلاستان وفا، نونهالِ کامراني از حديقہ جاودين
خازنِ فردوس رحمت باصد مرحبا، اي ولي زيب طاعت انت زين العابدين
1242هہ

## قطعہ تاريخ وفات ميان نظر محمد عليه الرحمه

مہِ برج ولايت اوج سرمد، کہ محکم بود بر شرع محمد
پيءِ سالِ وصالش گفت هاتف، چراغ اوليا نظر محمد
1252هہ

## قطعہ تاريخ وفات ميان غوث محمد عليه الرحمه

چون محمد غوث صاحب از جهان کرد انتقال، 'ارجعي' بشنيد از حق يافتِ تشريف وصال
مست صهبائي اناالحق محرمِ سر الست، سينہ بي کينہ اش آئينہ نورِ جمال
نوجوان، شيرين زبان، سر نهان، غرق درياي بقا غواص بحرِ بي نشان
بهر تاريخ وصالش عالمِ ارواح گفت، باد محو انوار بيچون سالکِ سالم خيال

سنہ 1225هہ جڏهن مير صاحب مير رستم خان والي رياست خيرپور ميرس درگاه شريف جو قبو تعمير ڪرايو هو، تہ سائين صاحبڏني عليه الرحمه جي وفات جو قطعہ لکائي سندس مرقد شريف تي هڻائي ڇڏيو هو:

گل فردوس رحمت باغ فاروقي ز اسرارِ خدا واقف کماهي
ولايت او بود مشهور آفاق زفوقِ عرش اعظم تا بماهي
محمد حافظ و هادي تولد سنش کامل نقل مظهر الهي
1081 + 91 = 1192هہ

## سچل سائينءَ جي ولادت ۽ وصال جو بيان

اسم شريف عبدالوهاب، نسباً فاروقي، مشرباً صوفي قادري؛ سنڌي، اردو ۽ سرائڪيءَ ۾ تخلص "سچو"، "سچل"، "سچيڏنو"، ۽ فارسيءَ ۾ "آشڪار"، "خدائي"-

1152هہ مطابق 1739ع جي ڳوٺ دراز شريف ۾ ڄائو هو. جڏهن سندن والد ماجد ميان صلاح الدين انتقال ڪيو هو، تہ ان وقت سائين ڇهن سالن جو صغير ٻار هو، جنهنڪري هن در يتيم جي پرورش سندس چاچي خواجہ عبدالحق صاحب جي درياي صحبت ۽ بحر معرفت ۾ ٿي، جنهن هن کي پهرين حافظ عبدالله قريشي صديقيءَ وٽ قرآن شريف پڙهڻ ۽ حفظ ڪرڻ جي لاءِ ويهاريو، جنهن وٽ ننڍي عمر ۾ ئي قرآن شريف ازبر ياد ڪري

قاري ٿيو. اهو حافظ عبدالله مرحوم دراز شريف جي مشهور آخوند حسن عليءَ جي بزرگن مان هو. حافظ عبدالله 1233ھ ۾ وفات ڪئي، جنهن جي قبر درگاهه عشق بارگاه دراز شريف جي اڳيان صحن ۾ آهي، جنهن جي وفات جو هيٺيون قطعه تاريخ سچل سائينءَ جو چيل ڪانسيءَ جي سر تي لکيل آهي:

خادم صاحبانِ اهل الله محرمِ راز عارفِ بالله
عرف اهل قريش صديق واصلِ بحرِ ذات الاالله
جستم از عقل سالِ تاريخش گفت از اسم حافظ عبدالله

1233ھ

قرآن شريف حفظ ڪرڻ کان پوءِ سچل سائينءَ کي سندس چاچي خواجه عبدالحق صاحب پاڻ فارسي پڙهائي، ۽ علوم عربيه متداوله جي تحصيل ساڻ گڏ تصوف ۽ معرفت جي تڪميل ڪرائي، خلافت جو خرقو ڏڪائي، سرفراز ڪيائينس، انهي ڪري کيس "خليفو سچل" ڪري ڪوٺيندا هئا. سچل سائينءَ علم ظاهرً ۽ باطنً سمورو پنهنجي مرشد برحق کان ئي حاصل ڪيو ۽ پرايو هو، جيئن پنهنجي سرائڪيءَ ۾ چيل سي حرفي جي هڪ بيت ۾ چوي ٿو:

هادي هي ميڏا عبدالحق سائين، صوفي صاف جو شاهنشاه ميان!
سيو علم تنهن تون معلوم ٿيا، اسرار مڙيوئي آگاه ميان!

سچل سائي پنهنجي سنڌي، سرائڪي، اردو، فارسي ڪلام ۾ بار بار پنهنجي مرشد برحق جي فيض ۽ ڪماليت جي واکاڻ ڪندو رهيو آهي. خواجه محرم الدين سيراني عليه االرحمه واري روايت ته هن سچل سائينءَ کي جهنگ ۾ لپاٽ هڻي چيو هو ته 'هن کي عشق جي هڪ لپاٽ بس آهي' - اها بلڪ لغو ۽ افتراءِ ۽ سندس مخالف ماڻهن جي من گهڙت آهي. ان جو ذڪر صرف "تذڪره مخاديم کهڙا" ۾ آيو آهي. ان کان سواءِ اها غير مستند ۽ بي بنياد روايت عوام خواص ۾ ڪٿي به ٻڌڻ ۾ ڪانه آئي آهي، ۽ نه وري ان جو بيان ڪنهن ٻئي تذڪره نويس ئي لکيو آهي. جيڪڏهن اها روايت صحيح هجي ها، ته سچل سائين پنهنجي محسن خواجه محڪم الدين کي ضرور پنهنجي ڪنهن ڪلام ۾ ياد ڪري ها؛ ليڪن انهن ڪڏهن به ان کي ياد نه ڪيو

آهي، نہ صراحتہ نہ ڪنايتہ - حالانڪ سچل سائينءَ ڪي جن اهل مماتيءَ وارن بزرگن رڳو غائبانہ ارادت ۽ محبت هئي، تہ انهن ڪي بہ پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترائي دفعا محبت سان ياد ڪندو رهيو آهي، مثلاً فريد الدين "عطار"، شمس تبريزي، بايزيد بسطامي، منصور، وغيره.

سچل سائينءَ کي پنهنجي مرشد برحق خواجہ عبدالحق سان اهڙي عقيدت ۽ محبت هئي، جو باوصف خليفہ مجاز هئڻ جي بہ ڪڏهن ڪنهن کي پنهنجو مريد نہ ڪندو هو، بلڪ جڏهن ڪڏهن ڪو وٽس مريد ٿيڻ جي لاءِ ايندو هو، تہ ان کي پنهنجي مرشدن وٽ وٺي وڃي مريد ڪرائيندو هو؛ البت ڪيترائي ارادتمند صداقت پيوند علم وارا سندس خدمت ۾ طالب ٿي رهندا هئا، ۽ اڪثر فيض وار فقير ڪامل ٿي ويا- جيئن اڳتي سندس طالبن جو بيان لکيو ويندو.

## سچل سائينءَ جي صغيريءَ جو احوال

سچل سائين ننڍي هوندي بہ اڪيلو گذاريندو هو ۽ تن تنها جهنگ ۾ گهمندو هو ۽ بلڪل ماٺ ۽ صبر ۽ فڪر ۾ هوندو هو ۽ سراپا خيالَ ۽ غمناڪ رهندو هو. صغيريءَ کان وٺي آخر عمر تائين نہ ڪڏهن ڪنهن شڪار جي ويجهو ويو ۽ نہ ڪڏهن پنهنجي هٿ سان ڪنهن جانور کي ذبح ڪيو هئائين.

## سچل سائينءَ جي جوانيءَ جا ڪوائف

جواني ۽ ايامِ شباب کان وٺي، سچل سائين پنهنجي مرشد ڪريمن گاديءَ وارن سان ۽ پنهنجي ٻين عزيزن سان پنج وقت نماز پابنديءَ سان پڙهندو هو، ۽ ورد وظائف ۾ مشغول رهندو هو. پوءِ جڏهن سندس عمر پنجاه سال کي قريب ٿي هئي، تہ پوءِ موج، مستيءَ، عروج، جي حالت ۾ بيخود ٿيو استغراق ۾ پيو هوندو هو، جيئن پنهنجي هيٺئين فارسي ڪلام ۾ چوي ٿو:

سالها بودم مسلمان ديندار عابدانہ سجدہ مي کردم شمار
در وظائف ورد هم شاغل بُدم سوي مسجد روز شب مائل بُدم
زهدو رياضت مي کشيدم روزها بي خبر بودم ز درد و سوزها
سالها اندر عبادت بوده ام هم بہ تقوي هم طاعت بوده ام
ذکر الا الله مي کردم بسي آفرين مي کرد مارا هر کسي
پس بخدمت پير عبدالحق شدم تاک هر نيکي بدي را پا زدم
در بحر توحيد مارا غوطہ داد در دلم آن مايہءِ دردي نهاد
عشق افزون با فقر امداد کرد خاطر ويران من آباد کرد
دينداري را فراموشي نمود از مذاهب وکيش مارا دل ربود
آن کجا مانده مسلماني کجا حسن آن محبوب باشد جا بجا
از وجودم رستگاري يافتم از ميان کفر و دين برتافتم
تا درون ورطہ عشق انداختہ دل ز سوداي دگر پرداختہ

۽ جيئن هڪ سنڌي ڪلام ۾ چيو اٿس:

پڙهيم نمازون، رکيم روزا، پر پرو پرينءَ جو ڪونہ پيو مون!

با وصف پور جوانيءَ ۽ اعليٰ صحت ۽ نهايت حسن پرستيءَ جي، پنهنجي نفس تي اهڙو قابض هو، جو آخر عمر تائين ڪوبہ اجايو پير شريعت غراء جي خلاف ڪڏهن بہ ڪونہ ڪنيائين، ۽ صغيريءَ ڪان وٺي ڪڏهن بہ شراب، ڀنگ تہ نہ واپرايائين، پر ڪڏهن حقو يا چلم بہ ڪانہ چڪيائين، ۽ نہ وري نڪ ۾ ڪڏهن نسوار ڏنائين. رياست جي حاڪمن ٽالپرن جي شادين ۾ پنهنجي مرشدن پاران پير ڏيڻ ويندو هو، جي مير صاحبن جا نوڪر چاڪر ۽ ٻيا اوباش ماڻهو شراب ڀنگ وغيره پيئندا هئا، تہ ڪنهن تي غصو چڙ نہ ڪندو هو ۽ نہ ڪنهن کي منع ڪندو هو. سندس هيٺين فارسي رباعي ملاحظہ ڪيو:

ساقيا اين شراب انگوري، ما نخواهيم زوست صد دوري
لا زوال ست آن ميءِ وحدت، آن بنوشان، رهم ز مهجوري

۽ جيئن پنهنجي هڪ سنڌي ڪلام ۾ چوي ٿو:

ڪيو مست پرين جي ڪٽي ناز مون کي! ناهي روزو ياد نماز مون کي!
شوق و شراب پيان پرين وٽ راتيان ڏيهان: ڪونهي ملا قاضيءَ جو ڪو لحاظ مون کي!

۽ فقيريءَ جي خيال ۾ اهڙو مست هوندو هو، جو باوجود جوانيءَ جي، شادي جو خيال به ڪونه هوندو هيس. سندس چاچي مرشد خواجه عبدالحق سائينءَ ڪيس پنهنجي نياڻيءَ سان شادي ڪرائي، جنهن مان هڪ پٽ به ڄائو هوس، جنهن جو نالو "نياز علي" يا "موجود علي" چيو ٿو وڃي، جيڪو ننڍي هوندي ئي فوت ٿي ويو هو، جنهن جي موت بابت هيءَ روايت بلڪل مشهور آهي (۽ مؤلف عاجز مير صاحبن جي جهونيءَ عمر وارن نوڪرن کان پڻ ٻڌي آهي.) چون ٿا ته مير رستم خان والي رياست خيرپور جو پٽ مير محمد حسن خان سخت بيمار ٿي پيو هو، جنهن جي بچڻ جي پٽيءَ اميد ڪانه هئي. طبيبن به علاج کان بس ڪئي، جنهن ڪري مير صاحب رستم خان سچل سائينءَ کي دعا طلبيءَ جي لاءِ پاڻ وٽ گهرايو ۽ ڪيس ڏاڍي عاجزي نيازيءَ سان عرض ڪيائين ته 'منهنجو پٽ بچائي ڏيو!' سچل سائينءَ دعا گهري: پوءِ مير صاحب رستم خان کي چيائين، 'مير صاحب، تنهنجي پٽ جي حياتي پوري ٿيل آهي، آءٌ ان جي عيوض پنهنجو پٽ سرڪار خدا جي ۾ ڏيان ٿو.' سچل سائين اڃان خيرپور ۾ ئي هو ته مير محمد حسن خان هڪدم تندرست ٿيو، ۽ سچل سائينءَ جي پٽ جي اوچتي موت جي خبر آئي. مير محمد حسن خان وڏيءَ عمر وارو ٿيو، جنهن جو اولاد تعلقي روهڙيءَ ۾ رهي ٿو.

ميان آندل فقير درازن واري کان ۽ مخدوم غلام محمد کهڙن واري کان ۽ ٻين ڪيترن کان خاڪسار مؤلف پنهنجي ڪنين هيءَ روايت ٻڌي ته ايام جوانيءَ ۾ هڪ دفعو سچل سائين گهوڙي جي سواريءَ تي خيرپور کان پنهنجي ڳوٺ ٿي آيو: جڏهن پيري جي ڳوٺ آيو، ته هڪ ماڻهو پيدل پنهنجو ڏاند ڪاهيندو ٿي آيو. ان کان پڇيائين ته "تنهنجو نالو ڇا آهي؟" جنهن چيو ته "منهنجو نالو محبوب آهي." پڇيائين ته "ڪٿان ٿو اچين؟" چيائين، "مستيءَ کان ٿو اچان." پڇيائين ته "ڪيڏانهن ٿو وڃين؟" چيائين ته

" محبت ٿو وجان." (ٿنڊي مستيءَ کي عوام رڳو "مستي" ڪوٺين ٿا ۽ محبت ديري کي رڳو "محبت" چون ٿا.) هن جو ائين چوڻ ۽ سچل سائينءَ کي وجد طاري ٿي ويو ۽ هر هر دانهن ڪري پيو چوي ته "سبحان الله! محبوب مستيءَ مان ٿو اچي ۽ محبت ڏانهن ٿو وڃي!" ۽ پاڻ گهوڙي تان لهي پيو، ۽ انهي ڏاند واري راهڪ کي گهوڙي تي چاڙهي، پاڻ سندس ڏاند ڪاهي پيدل هليو ۽ هر هر بلند آواز سان چوندو پئي آهيو ته "سبحان الله! محبوب مستيءَ مان ٿو اچي ۽ محبت ڏانهن ٿو وڃي!" جڏهن دراز وٽ پهتا، تڏهن ماڻهو حيران ٿي ڊوڙندا آيا، ۽ راهڪ ڏاند واري کي گهٽ وڌ چوڻ لڳا. پر پاڻ ماڻهن کي منع ڪيائين، راهڪ کي اهو گهوڙوو سنجن سميت بخش ڪيائين، ۽ هڪ ماڻهو به ان کي ڏنائين ته سندس اڳيان ڏاند ڪاهي ڪيس محبت ديري پهچائي اچي.

سچل سائينءَ کي پئسي پائيءَ جي پتيءَ لالچ نه هئي. جيڪي ملندو هوس، اُهو سڀ فقيرن ۽ سوالين کي ڏيئي ڇڏيندو هو. هميشه غمناڪ رهندو هو، کلندو اصل نه هو، اڪثر اکين مان لڙڪ جاري هوندا هئس. سڄي عمر ۾ ٻه ٽيرا ٿهڪ ڏيئي کليو هو- جيئن تذڪره نويسن پڻ لکيو آهي ته هڪ دفعو لطف علي خان خاصخيلي خميساڻيءَ جي زال سچل سائين ءَ وٽ اچي عرض ڪيو ته "منهنجو مڙس مون کان رٺو آهي، اهو پرچائي ڏيو!" لطف علي کي گهرائي پرچاءُ ڪايائون، جو لطف علي خان سندس مريد هو. ٿورن ڏينهن پڇاڻا لطف عليءَ پنهنجي زال کي ڪهي ماري ڇڏيو. جڏهن سچل سائينءَ اها خبر پڏي، تڏهن ٿهڪ ڏيئي ڏاڍو کليو. ٻئي ڀير، هڪ سيد اچي سچل سائينءَ کي سوال ڪيو! انهي وقت جيڪو زريدار چوغو پاڻ پايو ويٺو هو، اهو لاهي انهي سواليءَ سيد کي ڏنائين. سيد صاحب جي وڃڻ کان پوءِ، سچل سائين حال پئجي ويو. طالبن کي چيائين ته "انهي سيد کي جلد موٽائي اچو!" جڏهن سيد موٽي آيو، ته ڪيس تڙ ڪرائي، نئون لباس پهرائي، هڪ ٻيو چوغو زريدار نئون ۽ پنج سو رپيا نقد ۽ هڪ گهوڙو سنجن ۽ چانديءَ جي پنج سنجيءَ سميت سيد کي ڏنائين. ان کان پوءِ ڪجهه وقت مراقبي ۾ ويهي، زور سان ٿهڪ ڏيئي ڏاڍو کليو. سندس طالبن ان جو سبب پڇيو، ته پاڻ چيائين ته "مون ٻهرين جڏهن سيد صاحب کي پنهنجي بدن

تان چوغو لاهي ڏنو هو، تہ سندس وڃڻ کان پوءِ حضور نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام مون تي عتاب فرمايو تہ ’ اسان جو عاشق تي، تو اسان جي اولاد کي پنهنجو پاتل ڪپڙو پهرايو!‘ انهيءَ کان پوءِ جڏهن مون سيد صاحب کي گهرائي، نئين پوشاڪ وغيره ڏيئي، رخصت ڪيو، تہ حضور نبي ڪريم عليه الصلواة واالسلام مون کي ياڪر پائي فرمايو تہ ’سچي عاشق کي ائين ڪرڻ گهرجي‘ ... جنهن ڪري مون کي ڏاڍي خوشي ٿي، تڏهن ٺهڪ ڏيئي کليس.“ انهيءَ واقعي مان ظاهر آهي تہ ڪيس حضور نبي ڪري صلعم جو حضور حاصل هو، جئين پنهنجي فارسي ڪلام ۾ بہ چيو اٿس:

بوده ام روزي بخدمت مصطفيٰ ، سيد الكونين آن خيرالوري
اين چنين فرمود مارا از كرم، ’جز برخصت پير عبدالحق ميان‘

## سچل سائينءَ جو حليو ۽ لباس

سندس قد سڌو سنئون درميانو هو، رنگ صاف ڪليل بادام جهڙو، خط و خال دلڪش، اکيون وڏيون چيرويون آهو چشم، وار گيسو دراز، اڇو سفيد پيراهن پائيندو هو ۽ اڇي ڪٽي جي چادر يا اڇي ڪاڏيءَ جي گوڏ ٻڌندو هو. سندس ٻيا سڀ عزيز ۽ مائٽ سر تي پڳ ٻڌندا هئا، مگر سچل سائين صوفين فقيرن وارو سبز تاج مٿي تي پائيندو هو. جُتي بہ پائيندو هو، پر ڪڏهن ڪڏهن پيرين اگهاڙو بہ گهمندو هو، ۽ هٿ ۾ عصا کڻندو هو. اوائل ۾ وهٽ تي چڙهندو هو، خوراڪ ۽ کاڌو بلڪل سادو واپرائيندو هو. ڏينهن جو گهڻو ڪري روزو رکندو هو، ۽ جڏهن روزو نہ هوندو هوس، تہ لسي (جهڻ) ۾ ٻاڙها مرچ وجهي، ان ۾ ماني ڀوري کائيندو هو؛ ننڍيءَ عمر ۾ گوشت جو شوربو بہ واپرائيندو هو، پر پوءِ ڇڏي ڏنو هئائين؛ رات جو جوئر جي ماني ٻڪريءَ جي کير سان کائيندو هو. ڪاٺ جي صندل تي يا هيٺ ڌرتيءَ تي سمهندو هو، پر گهڻو وت مراقبي ۾ ٻيراڳڻ جي ٽيڪ تي اونڌي ڪنڌ ذڪر فڪر ۾ رات گذاريندو هو.

## سچل سائينءَ جو سفر

سچل سائين عليه الرحمه سنڌ کان ٻاهر ته ڪڏهن به ڪونه ويو، پر مرڳو سنڌ ۾ به هڪ اڌ دفعو سکر، روهڙي، شڪارپور، لاڙڪاڻي تائين سفر ڪيو هئائين. روهڙيءَ ۾ فقير صاحب ميان قادر بخش "بيدل" ساڻ روح رهاڻ ڪئي هئائين، جو سندس معتقد هو. سکر، شڪارپور ۾ سچل سائين عليه الرحمه جي ولايت ڪرامت، درويشيءَ ۽ سخنوريءَ جي ڌاڌي هاڪ هئي، جتي ڪيترا طالب ٿيا هئا. لاڙڪاڻي ۾ عثمان فقير چاڪيءَ کي فيض رسايو هئائين، فقير ميان محمد صالح قلات، خراسان، بخارا، قنڌار تائين مريد ڪيا، ۽ هڪ مشهور درويش ٿي گذريو آهي؛ لاڙڪاڻي ۾ سندس محلو 'ڳڙهي ميان صاحب' جي نالي سان مشهور آهي؛ سندس پويان صاحب معرفت ۽ شاعر ٿيندا رهن ٿا، جن مان ميان علي محمد قادري اهل علم، صاحب معرفت شاعر هو. سچل سائين عليه الرحمه راڳ ٻڌڻ جو ڏاڍو شوقين هو؛ طبلي ۽ سارنگيءَ تي هٿ لڳڻ شرط بيخود ۽ سرشار ٿي ويندو هو، ۽ سندس مٿي جا وار ڪڙا ٿي بيهندا هئا؛ ۽ اهڙو ته درد مند ۽ رقيق القلب هو، جو راڳ ٻڌڻ سان سندن اکين مان لڙڪن ۽ ڳوڙهن جا نار وهي هلندا هئا، جيئن پنهنجي هڪ فارسي شعر ۾ چوي ٿو:

دلم پر غم پريشان ز اشتياقش، ز دردم شير داده دايہ ما!

## رياست خيرپور جي ٽالپر حاڪمن ساڻ سچل سائينءَ جا تعلقات

سائين عبدالحق عليه الرحمه جي وقت ۾ مير سهراب خان ۽ سندس پٽ مير رستم خان حاڪم هئا. فاروقي بزرگن جا ٽالپر حاڪمن ساڻ سچل سائين عليه الرحمه جي ذريعي تعلقات پيدا ٿيا. حيدرآباد سنڌ جي هڪ هندو عامل حيدرآباد جي ميرن جي نوڪري ڇڏي، مير سهراب خان وٽ اچي نوڪري ڪئي؛ ڪجهه عرصي کان پوءِ انهي هندوءَ جنهن کي مير سهراب خان پنهنجو مختيارڪار ڪيو هو، سرڪاري پئسا غبن ڪيا ۽ انهي تهمت هيٺ ڪيس لاڪپ ۾ وڌو ويو. انهي حيدرآبادي عامل هندوءَ جا مائٽ، ميان فضل الله صوفي عليه الرحمه جهوڪ واري وٽ ويا ۽ قيد ٿيل عامل هندوءَ جي لاءِ سفارش گهريائون. صوفي فقير صاحب موصوف کين هڪ خط خواجه عبدالحق صاحب عليه الرحمه ڏانهن لکي ڏنو، جنهن ۾ لکيل هو ته 'هڪ باز ڪتن وٽ جهلجي پيو آهي، اهو ڇڏائي ڏيندا!' خواجه صاحب پنهنجي دستار

مان نقادري ٽوپي ڪڍي پنهنجي هٿن سان سچل سائين عليه الرحمه جي مٿي ۾ وڌي، ۽ چيائينس تہ 'مير صاحبن کان انهي هندو عامل جي ھانهن ڇڏائي اچو!' سچل سائين مير سهراب سان ۽ سندس پٽن جي ڪچهريءَ ۾ ويو تہ اتي بندوقون تراريون ڏسي پڇيائين تہ 'ابا، هي ڇا آهن؟' چيائون تہ 'سائين، هي بندوقون آهن؛ انهن ساڻ شينهن جو شڪار ڪندا آهيون.' تنهن تي سچل سائينءَ چيو تہ 'ابا، شينهن ڪنهن جي مارڻ جو آهي!' پر انهن هوڏجي چيو تہ 'هن بندوق سان ايترن قدمن تي شينهن ماريو ويو ۽ هن بندوق ايترين وکن تي شينهن ماريو.' ان تي سچل سائينءَ کي اهڙو جوش آيو، جو هڪدم شينهن ٿي بيٺو ۽ ڪچهريءَ ۾ ويٺل سڀ ماڻهو ڏسي دهلجي ويا ۽ پوءِ سچل سائينءَ کان هٿ ٻڌي معافي گهريائون، ۽ پوءِ وري انساني صورت ۾ ٿي پيو، ۽ سندس چوڻ تي هندو عامل کي بہ مير صاحب آزاد ڪيو! انهي واقعي کان پوءِ مير صاحبن جو انهن فاروقي بزرگن ڏانهن اعتقاد ۽ اعتماد ٿيڻ لڳو! ورنہ مير صاحب شيعہ مذهب جا هئا، جي حضرت عمر فاروق رضي الله عنه کان خصوصاً زياده ناراض آهن.

۽ هي روايت تواتر جي درجي تي پهتل آهي تہ هڪ دفعو سچل سائين پنهنجي گاديءَ وارن مرشدن جي طرفان مير صاحبن جي شاديءَ ۾ پير پرڻ جي لاءِ ويو. مير صاحب سهراب خان جا سڀ ننڍا وڏا صاحبزادا ڪيس مرحبا ڪرڻ جي لاءِ دستور موجب وٽس آيا. انهي وقت اتفاقاً سچل سائين مٿي بدن تي ميٽ لايو ويٺو هو ۽ تڙ ڪرڻ جي لاءِ تيا ويٺو هو. ٻيا سڀ ننڍا وڏا صاحبزادا بيهي رهيا. سهراب خان جو سيني کان ننڍو پٽ مير علي مراد خان هڪدم وڃي سچل سائينءَ جي پيرين پيو ۽ ڀاڪر پاتائين. سچل سائين ان کان ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ اکين تي چمي ڏيئي، چيائينس تہ 'هي ميٽ نہ هو پر مينديءَ جو رنگ هو، جو توکي لڳو آهي، ۽ بادشاهيءَ جو تاج تنهنجي سر تي رکجي ٿو.' مير صاحب رستم خان مرحوم سخي قبول محمد اول کي ديهہ درازا جاگير ڪري ڏني هئي ۽ ڪجهہ جاگير تعلقي ڪنڍياري ۾ پڻ ڏنائين. ۽ ان کان علاوہ ٽالپر حاڪم وڏا فياض هئا ۽ درگاه عشق بارگاه دراز شريف جا بيحد معتقد هئا، جنهنڪري هو تمام گهڻو نذر وغيره ڏيندا هئا. ۽ مير رستم خان مرحوم سخي مرحوم جي رهڻ لاءِ هڪ بنگلو پڻ جوڙائي ڏنو

هو، ۽ درگاهه شريف جو قبو به مير صاحب موصوف تعمير ڪرايو هو، جنهن جي تاريخ تعمير جو فارسي منظوم قطعو درگاهه شريف جي قبي ۾ اندر اوپر طرف ڪان لکيل آهي، جو مير صاحب موصوف جي ڪنهن منشي محرر جو چيل چيو وڃي ٿو-هت هن هيٺ يادگار لاءِ لکجي ٿو:

والي ملک مير رستم خان ابن سهراب خان عالي شان
صاحبِ ڪرم و صاحبِ وسعت راضي است دائما بروِ رحمان
در برش خلعتِ مريدي شد برسرش قائم ست تاج شهان
هست آن مير طالب المولىٰ داد او را خدا بلند مکان
او بنا کرد گنبذِ اخضر هست آن روضهٔ بهشت نشان
هست درگاه حضرت قادر بارگاهِ رفيع مثل جنان
عام و خاصان جبه سايانند سر بمالند همچو صد خاقان
ميکند هرکه آستان بوسي هم مشکل برو شود آسان
سال تاريخ جستم از هاتف گفت روضه مقدس برهان.
1225هه

## سچل سائينءَ جي طالبن جو ذڪر

جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي، ته سچل سائين عليه الرحمه ڪنهن کي به مريد نه ڪندو هو، پر ان هوندي به ڪيترائي طالب مريدن جيان سندس صحبت ۾ رهي فيض پرائيندا هئا؛ مثلاً يوسف فقير تخلص "نانڪ" اڳڙن وارو، ۽ يعقوب فقير، ۽ سيد ميان حيدر شاهه رتي ديري وارو جنهن وٽ سچل سائينءَ جي مستعمل لوهي بيراڳڻ تبرڪ طور هئي، ۽ جانو فقير حلاج (پچارو) شڪارپور وارو جنهن وٽ سچل سائينءَ جي ڪم آندل مڇي جي هڏي جي ڇنسالي، سان ۽ سندن سبز رنگ واري هڪ صوفين واري تاج تبرڪ طور هئي (۽ هينئر سندن پوٽي وٽ ڇني وڃي ٿي)، ۽ سيد ميان دين محمد شاهه ۽ سيد ميان پير شاهه، ۽ سيد محمد حيدر شاهه، ۽ سيد ميان حسن شاهه، ۽ شير خان فقير ڀنيرو، ۽ شير علي فقير، ۽ محمد صديق فقير ويڻل ڳوٺ فتي تعلقي لاڙڪاڻي وارو، ۽ حاجي ميان عثمان فقير چاڪي لاڙڪاڻي وارو، ۽ فقير محمد صالح قادري لاڙڪاڻي وارو، ۽ فقير محمد صلاح ڀٽيو دوٽي تعلقي خيرپور وارو، ۽ گهرام فقير جتوئي- اهي مڙيئي باخدا درويش ۽ شاعر ٿيا آهن.

يوسف فقير اڳڙن واري ۽ يعقوب فقير جي طالب ٿيڻ جو افسانو هن طرح آهي، جو بلڪل مشهور معروف آهي. سچل سائين موج مستيءَ ۾ وقت جو عطا ۽ منصور هو، ۽ سوريءَ تي سر ڏيڻ ۽ شريعت جي تعزير ماڻڻ جي لاءِ هميشه مشتاق ۽ مستعد ٿي ڪڏهن ڪڏهن ڪهڙن جي مخدوم صاحب رئيس العلماء وٽ وڃي نڪرندو هو. مخدوم صاحب به شرعي غيرت سبب سندس سخت مخالف هئا؛ پر ٽالپرن حاڪمن جو لحاظ رکي ڪيس ڪا وڏي تعزير ڏئي ڇڏي ڏيندا هئا. هڪ ڀيري سچل سائين جيئن ڪهڙن ۾ ويو، ته مخدوم صاحب پنهنجي جامع مسجد ۾ شاگردن کي ويٺي سبق پڙهايو. سچل سائينءَ کيس چيو ته 'تنهنجي شاگردن کي انهي علم مان ڇا حاصل ٿيندو! خدا ڪونه ملندن. پنهنجي شاگردن مان به شاگرد ته مون کي ڏي!' جنهن تي مخدوم صاحب عتاب خطاب سان کيس هڪالي تڙائي ڇڏيو، پر رات ٿي ته يوسف ۽ يعقوب ٻيئي ذڪر ڪيل شاگرد مخدوم صاحب وٽان انهيءَ رات سائينءَ سچل وٽ طالب ٿيا. يعقوب، يوسف کان سونهن ۾ سرس هو، جنهن تي سچل سائين مٿس وڌيڪ مهربان هوندو هو؛ ۽ ٻيئي، يوسف ۽ يعقوب، کيس عرض ڪندا هئا ته 'اسان کي فقيريءَ جي امانت ڏيو!' هڪ رات حسب دستور سچل سائين پنهنجي خلوت گاهه ۾ مراقبي ۾ ويٺو هو، ته اوچتو بلندا آواز سان 'يعقوب! يعقوب! ڪري سڏيائين. انهي وقت يعقوب ڪونه هو. يوسف چيو ته 'قبلا، يعقوب ڪونه آهي، يعقوب جو پٽ يوسف حاضر آهي!' ڪن ڏينهن کان پوءِ به وري اوچتو 'يعقوب! يعقوب!'، ڪري سڏيائين، ته وري به يعقوب موجود ڪونه هو. يوسف چيو ته 'سائين منهنجا، يعقوب ڪونه آهي، يعقوب جو پٽ يوسف حاضر آهي!' وري ڪجهه مدت کان پوءِ ٽئين ڀيري به اوچتو يعقوب کي سڏيائين، پر ٽئين دفعي به يوسف ساڳيو عرض ڪيو، جو انهي وقت يعقوب درازن جي شهر ۾ ڀڳت جو تماشو ڏسڻ ويو هو. تنهن تي سچل سائين وجد جي حالت ۾ ٻاهر اچي، يوسف کي ڀاڪر وجهي، چيو ته 'خدا تعاليٰ به توکي ئي امانت ٿو ڏئي، ته پوءِ يعقوب کي ڪيئن ملندي!' صبح ٿيو ته مسجد شريف ۾ يوسف کي گهرائي چيائين ته 'اڄ تون نانڪ آهين!' سندن ايتري چوڻ سان يوسف کي هڪ اهڙو وجد ۽ حال پئجي ويو، جو ٽپ ڏيڻ سان سندس مٿو وڃي پئي مسجد جي ڇت سان

لڳو ۽ پير ڌرتيءَ تي اچي پئي لڳا. پهر ڪن انهي حالت ۾ وجد ۾ هو، پوءِ سچل سائينءَ پنهنجي ڀين طالبن کي چيو ته 'يوسف کي هٿ مان وڃي سمهاري ڇڏيوس.' ڪيس سمهاي ڇڏيايون، ته ڪيترا ڏينهن غشيءَ جهڙيءَ حالت ۾ بيهوش ٿيو پيو هو، جنهن کان پوءِ امانت وارو ڪامل درويش ۽ صاحب ولايت ڪرامت ۽ عمدو صوفي شاعر ٿيو.

سچل سائين ڪڏهن ڪڏهن چوندو هو ته 'يوسف مصر جو بادشاهه آهي.' سندس سرائڪيءَ ۽ سنڌيءَ ۾چيل ڪلام گهٽو آهي، ۽ ڪجهه پاشا ۽ اردوءَ ۾ پڻ ريختا چيا اٿس، ۽ سندس ولايت ڪرامت جا ڪيترائي واقعات آهن. هن هيٺ ڪجهه لکجن ٿا. جيڪي ڪنهن به تذڪره نويس ڪونه لکيا آهن. سبب ته ڪن ٻاهرين کي اهي واقعات هٿ نه لڳا، ۽ ڪن حسد ۽ عداوت ڪان سپرد قلم نه ڪيا. حضرت پير سيد محمد صالح شاه صاحب عيله الرحمه پنهنجي والد ماجد پير سيد غلام محي الدين شاه صاحب گيلاني عليه الرحمه ڪان ڪيترا دفعا هيءَ روايت بيان فرمائي ته سر مير علي مراد خان والي رياست خيرپور ديهه لاڙڪاڻو يوسف فقير کي جاگير طور ڏني؛ ڪجهه مدت ڪان پوءِ مير صاحب دريافت ڪيو ته 'يوسف فقير جو ڪهڙو حال آهي؟' خدمتگارن عرض ڪيس ته "يوسف فقير وٽ لاڙڪاڻي جون رنگيليون اچن ٿيون ته انهن کي چوي ٿو ته "محبوب، حڪم ڪيو!" پوءِ ڪو ديرو ڪنهن کي ته ڪو ديرو ڪنهن کي ڏيئي ٿو ڇڏي! لاڙڪاڻي جهڙيءَ جاگير مان ڪيس ڪجهه به هڙ حاصل ڪونه آهي؛ اهوئي ڳاڙهو جامو ڳچيءَ ۾ ۽ گهنگهرن جي ڇير پيرن ۾، هٿ ۾ يڪتارو ڪنيو لاڙڪاڻي جي بازارين ۽ گهٽين ۾ نچندو ڳائيندو ٿو وتي؛ اجايو سرڪار کي به ڪٺي بدنام ڪيو اٿس.' مير صاحب خدتمگارن جي صلاح ٿي لڳي، يوسف فقير جي جاگير ڪٺي ضبط ڪئي، ۽ ان جي بدران ڪجهه نقدي نذرانو مقرر ڪري ڏنائين جيڪو يوسف فقير نه ورتو. ڪجهه عرصي ڪان پوءِ مير صاحب سر علي مراد خان تي سندس هڪ نوڪر نالي شيخ علي حسين انگريزن وٽ پڪاريو ته "مير صاحب سرڪار انگريز سان ٺڳي ۽ غداري ڪئي آهي." انگريزن مير صاحب کي گهرائي نائچن واري پٽڻ تي پهري هيٺ نظربند ڪيو. سندس هڪ خاص مصاحب پير صاحب پڻ مير صاحب جي خلاف شاهدي ڀري ڏني.

تڏهن مير صاحب محسوس ڪيو ته اهو يوسف فقير جي بددعا جو نتيجو آهي، ۽ پنهنجي صاحبزادن کي فقير صاحب ڏانهن لاڙڪاڻي موڪليائين، مگر يوسف فقير اچڻ کان صاف انڪار ڪيو. پوءِ مير صاحب پنهنجي موڏي صاحبزادي مير فيض محمد خان کي پير صاحب پير سيد غلام محي الدين شاهه صاحب سان گڏ ميڙ ڪري فقير صاحب ڏانهن موڪليو. يوسف فقير جناب پير صاحب کي چيو ته آءٌ ڪڏهن به انهي ڪوڙي ڏانهن نه هلان ها، پر توهان سيد ميڙ تي آيو آهين ته هلان ٿو.' جڏهن مير صاحب وٽ پهتا ته فقير يوسف مير صاحب جي اڳيان بيهي پنهنجو في البديه هي ڪلام ڳايو:

اقرار نا ڦيرائڻ مردن جي شان ۾، محبوب جي چوڻ جو نرڙو زبان ۾.

پوءِ مير صاحب ٻانهون ٻڌي فقير صاحب کان معافي گهري دعا جي لاءِ مستدعي ٿيو. فقير صاحب چيس ته 'علي مراد تير وڃي نشان تي لڳو، هاڻ ٻيو ڪجهه تي ڪونه سگهندو، تون لنڊن وڃ ته فقير توکي لڏو ڳاگن پرڳڻو بحال ڪرائي ڏيندو.' جنهن کان پوءِ مير صاحب لنڊن ويو ۽ ڪيس هيءَ رياست خيرپور انگريزن وٽان بحال ٿي ملي، ۽ اهو ئي لڏو ڳاگن پرڳڻو آهي جيڪو مير سهراب خان پنهنجي خرچ لاءِ مخصوص ڪري ٻيو سمورو ملڪ مير رستم خان کي ڏنو هو.

جڏهن هزهائينس مير علي نواز خان صاحب مرحوم پنهنجي مائٽن صاحبزادن جون جاگيرون ضبط ڪيون هيون، ته ديوان پيسومل وڪيل سکر واري کان درخواست لکائڻ جي لاءِ حضور شاهزادو مير غلام حسين خان صاحب ٽالپر جو عام مختيار سرائي حاجي غلام رسول خان موٽر ۾ سکر هليو، ته عاجز مؤلف به انهن سان گڏ هو. جڏهن دونهي جي ڳوٺ وٽ پهتاسون، ته مون حاجي غلام رسول کي چيو ته "هي قبو ڪنهن جو آهي؟" جو ته آءٌ اڳ خشڪيءَ رستي سکر ڪڏهن ڪونه ويو هيس. حاجي غلام رسول چيو ته، "هي قبو سچل فقير جي ٻالڪي محمد صلاح پٽي جو آهي، جنهن لاءِ سچل چوندو هو ته 'جيڏانهن محمد صلاح تاڏي الله!' اهو ٻڌي شاهزادي مير غلام حسين فرمايو ته "صوفي واهيات آهن، انهن جو نظريو دهرين جهڙو آهي." ان تي حاجي غلام رسول خان چيو ته "قبلا، تنهنجو

ڏاڏو سر مير علي مراد خان صاحب توهان کان وڌيڪ شيعي مذهب جو پابند هو ۽ اهو صوفين خصوصاً سچل فقير جو ۽ سندس ٻالڪي يوسف فقير جو بيحد معتقد هو! منهنجو والد سرائي پيارو خان چوندو هو ته جنهن سال فقير يوسف انتقال ڪيو هو، ته انهي سال جڏهن سر مير علي مراد خان صاحب ٻيلي جي شڪار تي هليو ته محفي جي حمالين کي حڪم فرمايائين ته 'يوسف فقير جي مقبري تي هلو.' جڏهن اتي پهتا، ته مير صاحب محفي کان لهي مقبري جي دروازي جي چائنٺ تي اکيون رکي گريو ڪيو. اها ڳالهه مير صاحب جي سيني صاحبزادن کي سخت ناگوارا لڳي، جو اهي سڀ شيعا مذهب رکندا هئا. پوءِ جنهن وقت مير صاحب ڏوپهره داري منزل تي اچي لٿو، ته سندس وڏن صاحبزادن پنهنجي ننڍي ڀاءُ مير غلام مهدي خان کي سيڪاريو ته تون مير صاحب کي چئه ته 'افسوس جي ڳالهه آهي جو توهان شيعا مومن ٿي کوکر جي پٽ يوسف فقير جي مقبري جي چائنٺ تي اکيون رکي گريو ڪيو!' مير صاحب چيو ته 'يوسف فقير وڏو صاحب ڪرامت ولي هو. سندس ڪرامتن جو ڪهڙو بيان ڪريان! صرف هيءَ سندس ڪرامت ٻڌو: آءٌ جڏهن لنڊن وڃي رهيو هوس، ته هڪ ڏينهن خطري جو گهنڊ وڳو ۽ جهاز جي ڪپتان مون کي اچي چيو ته جهاز چاڙ ٻڏو اوهان چنيون لکو ۽ دنگ پاڻ وٽ رکو. جهاز جو ڪپتان ائين چئي هليو ويو، ته ان کان پوءِ ستت يوسف فقير انهي لباس ڳاڙهي جامي ۾ يڪتارو ڪني نچندو ۽ هي ڪافي چوندو آيو ته "واليءَ ڪي آهه وراڻ، ٻيهر باروچل جي!" ۽ مون کي چيائين ته "علي مراد، جهاز ڪونه ٻڏندو تون بي فڪر وڃڻو هج!" يوسف فقير هليو ويو، پوءِ مون ترت پنهنجي خاص خدمتگار اميرن کي اها حقيقت ٻڌائي، ۽ رئيس رحيم خان لاشاريءَ ۽ پليجي خان کي حڪم ڪيم ته يوسف فقير کي ڳولي هٿ ڪري وٺي اچو؛ پر هو تي دفعا سارو جهاز گهمي گهمي آيا پر يوسف فقير جو پتو ئي ڪونه پيو. تڏهن اسان سمجهو ته هي يوسف فقير جي ڪرامت آهي.' "

ٻي روايت متواتر رياست ۾ بلڪل مشهور آهي ته بهاولپور کان ربوءَ نالي هڪ ڪيچر پنهنجي ٻن ڌيئرن سميت مير صاحب سر مير علي مراد خان وٽ آيو. مير صحب ڪيچرين جو راڳ ٻڌي، صرف پنج سو رپيا ڪين ڏيئي رخصت ڪيو. انهن ڏينهين ريل ڪانه هئي، ربوءَ ماڻهن کان پڇيو ته "مير

صاحب کي ڪنهن کان سفارش ڪرايون؟ بهاولپور کان خشڪيءَ رستي ڏيڍ مهينو لڳو. جو گهڻو سفر اسان نازڪ مزاج ماڻهن لاءِ ڪٺن هو. رستي ۾ اسان جو صرف خوراڪ تي گهڻو خرچ ٿي ويو آهي. مير صاحب جي سخاوت ٻڌي اسان ايڏو ڪشالو ڪري آياسو، صرف پنج سو رپيا اسان کي انعام ڏنو ويو آهي، جو اسان جو واپسيءَ جو سفر خرچ به مس ٿيندو!" ماڻهن ربوءَ کي چيو ته "اڳڙن ۾ وڃي يوسف فقير کان سفارش ڪرايو؛ ٻئي ڪنهن کي به سفارش ڪرڻ جي مجال نه آهي!" ربو پنهنجي ٻنهي خوبصوت ڏيٽرن سان اڳڙن ۾ پهتو. انهي وقت يوسف فقير مٿي ۽ بدن تي ميٽ لايو ويٺو هو.. ربوءَ جي هڪ ڏيءُ وڃي فقير جي پيرن پيئي، ۽ پاڪر وڌائين. يوسف فقير چيس، "محبوب! بس بس، هاڻ حڪم ڪريو!" انهن پنهنجو احوال پيش ڪيو. ٻڌي چيائين ته "وڃو علي مراد تي آتر گڏهه وارا رکي ڇڏيا اٿم. وڃي مٿان چڙهوس!" ۽ چيائين ته، "هينئر جو هينئر ڪوٽ ڏيجيءَ مير وٽ هليا وڃو!" ربو انهي وقت روانو ٿيو. اڃا گمبٽ شهر کان لنگهي ڪوٽ ڏيجيءَ کي ويجها ويا، ته ڪين مير صاحب جا سوار گڏيا، جن کي مير صاحب حڪم ڪيو هو ته ربوءَ کي سندس ڏيٽرن سميت وٺي اچو. سرڪاري سوارن انهن کي وٺي وڃي حاضر ڪيو، ۽ فقير صاحب جي پيشنگوئي پوري ٿي. مير صاحب شادي ڪئي جنهن مان ڪيس صاحبزادا تولد ٿيا. صاحبزادو مير خان مير محمد خان ۽ مير جان محمد خان ۽ صاحبزادو مير غلام مهدي خان. ربوءَ ڪجر کي پپري جاگير ملي ۽ پوءِ گويا ساريءَ رياست جو مالڪ ٿيو.

سچل سائينءَ جو ٻيو ٻالڪو ۽ طالب نالي گهرام جتوئي ولايت ڪرامت وارو شاعر ٿي گذريو آهي. هڪ دفعو هو پنهنجي فقيرن سميت نر جي ڳوٺ تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ وڃي نڪتو، ۽ اتي اتفاقاً حضرت پير صاحب پير سيد ميان علي گوهر شاهه صاحب عليه الرحمه راشدي اول اتي منزل انداز هئا. گهرام فقير سان تنبورا، يڪتارا ۽ دهلڙي هئي، ۽ هو راڳ ڳائڻ لڳا. جيئن ته حضرت پير صاحب عليه الرحمه جي نزديڪ اهي شريعت موجب حرام ۽ ناجائز هئا، ڪين سندن فقيرن مريدن پڪڙي وڃي حضرت پير صاحب جن جي

حضور ۾ پيش ڪيو. گهرام فقير وڃڻ سان سندن اڳيان ويهي پنهنجو هي ڪلام في البديه ڳايو:

ناحق وڃايئي نينهن ري، عمر افراد ميان!
ڪوڙيون ڪتابن جو پڙهه، ڪيئي مولوين مقصاد، ميان،
ڪاغذ ڪارا ڪيئي ڪيترا، بره بنان برباد، ميان،
منهن ڀڪي ماڻهن ڪنان، ظاهر ٿئين زهاد، ميان،
حق نه حاصل تو ڪيو، ٿئين عشق کان آزاد، ميان،
ظاهر گهمين ٿو زمين تي، ڪيون سير سفر سواد، ميان،
اهي مڙئي مڪر جا معرڪا، پيو پڻ پنين پرساد، ميان،
گوشي ويهي ”گهرام“ چئي، ڪر يا ڪي تون ياد، ميان،
ٿيئي نظارو نيهن جو، وٺ عشق کان ارشاد، ميان.

حضر پير صحب قبلح جن کي انهي ڪلام جو اثر ٿيو ۽ گهرام فقير کي ڪيترا ڏينهن پنهنجي هم رڪاب رکيائون، ۽ انهي فقير جي صحبت کان پوءِ حضر پير صاحب جن شعر چوڻ لڳا؛ سندن شعر ۾ عشق ۽ ذوق ۽ درد، سوز ڀريل آهي ۽ ملڪين مشهور آهي.

سچل سائينءَ جوطالب ميان خير شاهه رتي ديري وارو پڻ ڪامل درويش ۽ سٺو شاعر ٿي گذريو آهي.

## سچل سائينءَ جي بيماري ۽ وصال انتقال

سچل سائين هميشه تندرست هوندو هو، شاذ نادر ڪنهن ڪڏهن ڪو ٿورو بيمار ٿيندو هو. هڪ ڀيري ڪيس رت جا اسهال ٿي پيا هئا؛ انهيءَ وقت سخي قبول محمد صاحب پهريون گاديءَ تي هو، جنهن کي سچل سائينءَ جي حسن پرستيءَ ۽ راڳ سان اونهي دلچسپيءَ جي پوري خبر هئي. انهي ڪري مير رستم خان کي لکيائون ته ’ڪي راڳيندڙ ڪجريون ۽ گويا موڪلي ڏيو!‘ ڪجريون آيون، ۽ هار سينگار ڪري سچل سائينءَ وٽ آيون، ته انهن کي ڏسي ڏاڍي خوشي ٿيس، ۽ هڪدم اٿي ويٺو، ۽ راڳ ٻڌڻ شرط وجد ۾ پئجي ويو ۽ صحتياب ٿيو.

ٻئي دفعي بيمار ٿيو ته سندس بيماريءَ جي خبر ٻڌي لاڙڪاڻي جي هڪ ڪجري نالي جيوڻي درازا شريف هلي آئي، جيڪا سندن معتقد هئي ۽ سچل

سائينءَ جو بہ نظارو هوندو هوس. اچي چيائين تہ ”سائين سچل ڪٿي آهي، تہ آءٌ مزاج پرسي ڪنديس ۽ دعا بہ ڪنديس ۽ ڪيس مجرو بہ ڳائي ٻڌائيندس.“ طالبن چيس تہ ”پاڻ ڏاڍو بيمار آهي ۽ مٿي بنگلي تي سمهيو پيو آهي.“ جيوٽي مٿي چڙهي ويئي، تہ ڪيس ڏسي، چيائين تہ ”بسم الله، اسان جا طبيب، اسان جا حڪيم آيا!“

ان واقعي ڪان پوءِ ستت تاريخ 14 رمضان شريف 1242 هجريءَ ۾ نوي سال جي عمر ۾، انهي تصوف جي بدر وصال ڪيو. پاڻ هميشه اڳ ۾ چوندو هو تہ ”منهنجي عمر هڪ سو پنج ورهيہ آهي، پر آءٌ پندرهن سال اڳ ۾ ئي سرڪار جي سلام تي ويندس.“ فقير صاحب ميان قادر بخش ”بيدل“ روهڙيءَ واري، جيڪو سچل سائينءَ جو معتقد هو ۽ سندس خدمت ۾ درازن ۾ اچي مشرف ٿيندو هو، سچل سائينءَ جي هڪ تاريخ وفات سنڌي شعر ۾ چئي ۽ هڪ فارسي بيتن ۾- هنن هيٺ ڏجي لکجن ٿيون:

## قطعہ تاريخ سنڌي

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو، مست سالڪ شہ سچل عاشق اتي اظهار هو،
بره جي برسات جو تنهن وير تي وسڪار هو، ظاهر ۽ باطن تنهين وٽ درد جو تڪرار هو،
وجد وحدت جو سدا خاصو تنهين خمار هو، مرد سو منصور وانگيان عشق جو اوتار هو.
منجهہ سخن ان جي الوهيت سندو آثار هو، جڳ جذبي جوش مستيءَ ۾ مثل عطار هو،
پانهنجي رائي پرين نوي ورهيہ نروار هو، پوءِ وصل جي موج ماڻي ذوق ڪان ذخار هو،
سن ٻارهن سو ٻيئتاليهہ ۾ تيار هو، چوڏهين رمضان جي هادي اهو هسوار هو،
قربدارن جي ڪٽڪ ۾ مرد منصبدار هو، در تنهين داتا جي ”بيدل“ پرت جو پينار هو.

ڪنهن اهل ماده تاريخ ”پرغم“ ڪڍيو هو، ڪنهن وري هي شعر چيو هو:

سالڪ مستانہ سچو چونڪ پيوستہ بحق، ”مست هُو پيوستہ“ شہ تاريخ آن

قطعه تاريخ فارسي جيڪو مزار پرانوار تي ڪانسيءَ جي سر تي لکيل آهي:

در بيضاي ازل ترڪيہ شد مخروج عشق ڪف زد درياي محبت ڪرد بيرون موج عشق
از خدا بودي صديق و پيش احمد شد سچو از علي صادق يقين و پيشوا ممزوج عشق
سال اورا منشيءِ بر لوح تقدير اين نوشت بود مر برج هديٰ و آفتابِ اوج عشق
1242هـ

# سچل سائينءَ عليه الرحمه جي شاعري

سچل سائين فطرتاً شاعر هو. سندس قلب تي ملهمانہ واردات هئي. هن ڪڏهن بہ ڪنهن شاعر کي استاد ڪونہ ورتو ۽ نہ ڪنهن کان اصلاح ورتائين. پنهنجي علمي دستگاهہ ۽ وسيع مطالعي ۽ ذهن ۽ طبع سليم ۽ فهم مستقيم سان علم عروض جو وڏو ماهر علم تي ويو هو، جيئن سندس سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ڪلام مان ظاهر آهي؛ جو مختلف بحرن ۾ مختلف موضوعن تي سنڌيءَ ۾ بيت ۽ وايون موزون ڪيائين، ۽ بيتن ۽ واين کان اڳتي وڌي سنڌيءَ ۾ سي حرفيون، مولود، مرثيا، مدح، جهولڻا، مرغ ناما وغيره چيائين. چون ٿا تہ شاعريءَ جي ابتدائي دور ۾ ايام شباب ۾ پنهنجي قلم سان پنهنجا شعر لکندو هو ۽ عموماً فارسي ڪلام سپرد قلم ڪندو هو؛ پوءِ جڏهن اسغراق جي حالت طاري رهندي هيس، تہ جذبي ۽ جوش ۾، ٻاهر ميدان ۾ تنبورو هٿ ۾ ڪٽي، پنهنجو في البديه ڪلام سنڌي سرائڪي، وغيره ۾ ٻيهي ڳائيندو هو ۽ نچندو هو ۽ اکين مان لڙڪ جا نار جاري ٿيندا هئس، ۽ بروقت سندس طالب لکندا ويندا هئا. پوءِ جڏهن نزول جي حالت ۾ هوش ايندو هوس، تہ سندس طالب کيس عرض ڪندا هئا تہ "سائين، اوهان هي ڪلام چيو آهي." پاڻ ٻڌي چوندو هو تہ، "ابا، چوڻ واري چيو آهي، مونکي ڪا خبر نہ آهي." انهي طرح سندس طالبن لکي لکي ڪئين بياض تيار ڪيا هئا، جيڪي هڪ دفعي سندس اڳيان آڻي رکيائون، جن کي ٿورو پڙهي، چيائين تہ "ماڻهو بي سمجهي کان شريعت جي واٽ کان تان گمراه ٿين!" پوءِ انهي ئي وقت اهي بياض باهہ ۾ ساڙائي ڇڏيائين، جنهن کان سندسن طالبن کي ڏاڍو ڏک ٿيو، جنهنڪري ان کان پوءِ جيڪي ڪلام سچل سائينءَ چيا، سي کيس ڪونہ ڏيکاريائون. سندس وفات کان پوءِ شمار ڪيو ويو تہ نوَ لک ڇتيهہ هزار ڇهہ سو ڇهہ شعر ٿيا، جنهن مان سندس طالبن وٽ رکئي رکئي شعر ضايع ٿي ويا. هن وقت درگاهہ شريف دراز جي ڪن فقيرن وٽ غير مطبوعہ ڪلام ڪيتروئي چيو وڃي ٿو، جيڪو ڪنهن کي بہ نہ ٿا ڏين، جنهن جي ضايع ٿي وڃڻ جو پڻ قوي امڪان آهي.

سچل سائين اوائل ۾ پنهنجي ڏاڏي ميان صاحبڏني جو ڪلام بہ ڳائيندو هو، مگر پوءِ پنهنجو ئي پنهنجو نئين سر نئون ڪلام انشاد ڪندو هو.

ڪوبہ سنڌي جنھن سچل سائينءَ جو ڪلام ٻڌو ھوندو، توڙي پڙھيل نہ بہ ھوندو تڏھن بہ متاثر ٿيو ھوندو، ۽ ھر اُھو سنڌي جو علم آشنا، پڙھيل ۽ ڪجھہ سخن فھم بہ ھوندو، تہ سچل سائينءَ جي ڪلام جي فصاحت بلاغت، سندس بلند فڪر ۽ اعليٰ عجوبہ مضامين جي داد ڏيڻ لاءِ مجبور ٿيندو. ۽ ھڪ سنڌي عشق مجازي وارو سچل سائينءَ جي سوز گداز ۽ درد ڪان ڀرپور ڪلام جي ٻڌڻ ۽ پڙھڻ سان بي اختيار اشڪبار ٿيندو، ۽ جيڪڏھن ڪو سنڌي صوفي موحد، تصوف جي رموز ۽ اسرار جو واقف ۽ صوفين جي مصطلحات ڪان باخبر سچل جو ڪلام پڙھندو يا ٻڌندو، تہ ڪيس سنڌ جو "حافظ" ۽ "منصور" مڃيندو ۽ عطار ۽ تبريزي ۽ بسطاميءَ جو ھمسر يقين ڪندو. ۽ جڏھن ھڪ عابد زاھد خشية الله وارو نيڪ نمازي سپاجھو سنڌي پنھنجي معاصيءَ جو معترف سچل جي ڪلام جو اھو ڀاڱو پڙھندو، جنھن ۾ ھو پاڻ کي گنھگار عاصي پر معاصي چئي خدا غفار ستار جي اڳيان عاجزيءَ سان مغفرت ۽ بخشش گھري ٿو، تہ اھو بہ خوف خدا ڪان روئي عفو ۽ مغفرت جو خواھان ٿيندو. ۽ ھڪ عاشق رسول صلي الله عليه وسلم سچل جي ڪلام ۾ عشق نبوي صلعم جو جوش ۽ جذبو محسوس ڪري، سچل کي فنا في الرسول صلعم ڪري مڃيندو...

چوي ٿو:

مشتاق لقاي مصطفائيم، او ھست خداي خود گواھيم
گم گشت خود خود آشکارا. ما خاک شديم پر گناھيم

توحيد ۽ تصوف جي بيان ۾ سندس مشعل راھہ قرآن مجيد ۽ حديث شريف ھو، ۽ جيئن حضرت ثنائي عليه الرحمه جي ڪلام ھدايت نظام جو اڪثر حصو تمثيلي آھي، تئين سچل سائينءَ بہ سر عمر مارئي ۽ سسئي پنھون، مومل مينڌري ۽ ليلا چنيسر ۽ سھڻي ميھار ۽ نوري ڄام تماچيءَ ۾ پنھنجي بيتن ۽ ڪافين ۾ شاھہ صاحب جي تمثيلي طريقي جو تتبع ڪيو آھي، ۽ ھير رانجھي تي بہ ساڳئي موحدانہ ھمه اوست جو رنگ چاڙھيو اٿس، ۽ وطن ۽ ساٿيھہ جي سڪ ۽ ڇڪ ۾ روجھن تي اھڙا بيت چيا اٿس، جو ھڪ محب وطن سنڌي ضرور ڳوڙھا ڳاڙيندو، ۽ جڏھن ھڪ غير جانبدار سدا ملوڪ

سڀاجهو سنڌي، زبان جي اهيت کان ماهر، تجربيڪار، اهل دل، سخن شناس، سچل سائينءَ جي رسالي جو غور سان مطالعو ڪندو ته اهو بادي النظر ۾ آسانيءَ سان هن نتيجي تي پهچندو ته حضر سلطان الشعراء شاهه ڀٽائي عليه الرحمه کان پوءِ هن بي نظير قادر الڪلام شاعر ڪيئن ته سنڌي زبان کي غير ناموس، ثقيل، اوپرن لفظن کان پاڪ صاف ڪري، سينگاريو آهي! ۽ سچل جي وفات کي هڪ سؤ چوٽيهه سال ٿيا آهن؛ ليڪن ڏسبو ته هن موجوده زماني واريءَ روزمره سنڌيءَ ۾ ڪلام چيا اٿس. سندس ڪلام جي بيهڪ، ترڪيب، لطافت، سولائي، ربط، تناسب، توازن حيرت ۾ وجهندڙ آهي؛ جنهن لاءِ ڪنهن به فرهنگ جي ضرورت نه ٿي رهي.

سچل سائينءَ سنڌ ۾ سرائڪي ٻوليءَ ۾ به اهڙو بامحاوره سٺو ڪلام، ڏوهيڙا ۽ ڪافيون ۽ سي حرفيون چيون آهن، جن کي بهاولپور ۽ ملتان جا ماڻهو به ٻڌي حيران ٿيو وڃن. مؤلف کي بخوبي ياد آهي ته نواب صاحب عرفان مراتب نواب قيصر خان صاحب منگسي، والي رياست جهل، بلوچستان، پنهنجي مرشد خواجه علامه حاجي غلام فريد صاحب عليه الرحمه ساڪن چاچڙان شريف وٽ پاڻ سان اهڙا راڳيندڙ وٺي ويندو هو، جيڪي حضرت خواجه صاحب کي سنڌ جي صوفين جا ڪلام خصوصاً سچل سائينءَ جون ڪافيون ڳائي ٻڌائيندا هئا.ڪيترا دفعا مؤلف جي والد مولوي الله بخش عليه الرحمه ٻڌايو هو ته 'حضرت خواجه صاحب کي سچل سائينءَ جي ڪلام ٻڌڻ سان وجد پئجي ٿي ويو.' علاوه ان جي، سچل سائينءَ جو رسالو ۽ "ديوان آشڪار" ۽ "سوز نامه"، "گداز نامه"، "عشق نامه" وغيره ڇپيل پڻ حضرت خواجه صاحب موصوف کي آٽي ڏنا هئائين. اهوئي سبب آهي، جو خواجه صاحب سچل سائينءَ جي ڪيترن ڪافين جا تتبع ڇيا ۽ سندس موحدانه عاشقانه ڪلام جا مضمون اخذ ڪيا؛ نموني لاءِ هن هيٺ ڪجهه ڪافيون لکجن ٿيون.

سچل سائينءَ جي ڪافيءَ جو ٿلهه:

توڙي پنيءَ لڳي سارو جڳ، ته به ڇا ٿيو؟ ناهي مڃتا ۾ مطلب.

خواجه صاحب جي ڪافيءَ جو ٿلهه:

ٿئي تابع خلقت سڀ، تادي ڪيا ٿي پيا؟ هَي گم ٿيوڻ مطلب.

سچل سائينءَ جي ڪافيءَ جو ٿلهه:

آءٌ ڇو ڏکن ڪاڻ ڄائي آهيان! سورن ڪاڻ سمائي آهيان!

خواجه صاحب جي ڪافيءَ جو ٿلهه:

ڏکڙين ڪارڻ ڄائي هم، سولين سانگ سمائي هم!

سچل سائينءَ جي ڪافي:

پاڻ ڪريان جي پترو، ڪرن مڙئي قتلام!

جدا جماعت ڪان، آهيان پاڻ امام،
دم نہ اڳيون دين ٿيو، ڪفر نہ ڪو اسلام،
فارغ آهيان فرض ڪان، سنت کي بہ سلام،
"سچو" آهيان سچ ۾، ناهي حلال حرام.

خواجه صاحب جي ڪافي:

دستون پير مغان دي، پيتم عشق دا جام،
گئري فرض فريضي، سنت ڪون پي سلام.

سچل سائينءَ جي ڪافي:

وسين اساڏڙي ويڙهي، دليان تي ديدان تيڏي ديري،
سبق وساريا سچو ڪون سارا، تيڏسو عشق اويڙي!.

خواجه صاحب جي ڪافي:

هردم ويسن پياسا ڏي ويڙهي، دليان تي ديدان تيڏي دير.
جندڙي چئڻ "فريد" هي مشڪل، ويڙهيا عشق اويڙي.

سچل سائينءَ جي ڪافي:

يار ديواني چا ڪيتيئي، ہي تا ڪيهي آکائين ڳالهہ!

چشمان دي چوڙ پيتر ڪراهڻ، ساري بازي جيتيئي،
دلبر سائين، مشتاقان دي رت دلين دي پيتيئي،
دردمندان دي دلڙي دلبر، نال نگاهان نيتيئي،
اپڻي محبت سهڻا سائين، نال "سچو" دي سيتيئي.

خواجه صاحب جي ڪافي:

ساڏي دل ڦير ڏي پورلا! جيوين ڪس نيتيئي!

ڏوه ورائين دين اليندين، ڏي درڪي رت پيتيئي،

ڪس ڪر زوري دل بيواهي، ڇا نال ڏکان دي سيتيئي!

مولوي لطف علي مرحوم، جنهن جو سرائڪيءَ ۾ چيل ”سيف الملوڪ جو قصو“ ڏاڍو مشهور آهي، جنهن جا ڪجهه ڏوهيڙا فاضل اجل، مؤرخ اڪمل، سعادت نقش ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي تاليف ”ڪليات حمل“ ۾ صفحي 25 کان صفحي ايڪٽيهه تائين لکي، هڪ نقاد ۽ امين مؤرخ جي حيثيت ۾ پنهنجي هم قوي وڏي شاعر حمل فقير لغاري مرحوم جو مولوي لطف عليءَ سان موازنو ڪندي، نهايت تفصيل سان تاريخي حوالن جي روشنيءَ ۾ ثابت ڪيو آهي ته حمل فقير ڪلام جو اهو عجوبو متقي نمونو مولوي لطف عليءَ جي ڪلام مان پرايو هو. جيڪو سندس همعصر هو؛ ۽ حمل فقير پنهنجي مائٽ نواب سعيد خان لغاريءَ وٽ ڪيتري مدت سبزل ڪوٽ ۾ رهيل هو، جيڪو سر مير علي مراد خان جي طرفان سبزل جي ڪوٽ ۾ نواب هو. جتان مولوي لطف عليءَ جو ڳوٺ بهادر پور اتر طرف اٽڪل ٽيهه ميل مس هو؛ انهي زماني ۾ لطف عليءَ جي ڏوهيڙن وغيره جي انهيءَ ملڪ ۾ ڏاڍي هاڪ هئي، جن جي ٻڌڻ ۽ هٿ ڪرڻ جو سبزل ڪوٽ ۾ رهڻ ڪري حمل فقير کي پورو موقعو هو. خصوصاً حاڪم وقت نواب سعيد خان جي ذريعي ۽ اثر سان؛ حمل فقير سندس ملاقات جي لاءِ سندس ڳوٺ بهادرپور به ويو هو، پر اتفاقاً انهي وقت مولوي لطف علي پنهنجي ڳوٺ ڪونه هو، ٻاهر ويل هو.

مولوي لطف علي ”سيف الملوڪ“ وارو قصو سنه 1195هجري ۾ تصنيف ڪيو هو. جيڪڏهن سندس ولادت جو سن ۽ وفات جو سال حمل فقير وارو فرض ڪجي ته ان صورت ۾ هي چوڻ بلڪل درست ٿيندو ته سچل سائينءَ جي وفات جي وقت انهن جي ڄمار سترهن سالن جي هوندي، ۽ حمل فقير جي شاعريءَ جو ابتدائي دور 1250هه آهي. يعني حمل فقير، سچل سائينءَ جي وفات کان نو(9) سال پوءِ شعر چوڻ لڳو، ۽ اهڙوئي قياس مولوي لطف عليءَ جي شاعريءَ جو به ڪري ٿو سگهجي. مٿينءَ خامه فرسائيءَ جي مدعا صرف هيءَ آهي ته سچل سائينءَ جا سرائڪيءَ ۾ چيل ڏوهيڙا ۽ ڪافيون مولوي لطف عليءَ کي به سندس شاعريءَ جي دور کان اڳ ۾ ڪنين پيا هوندا. هڪ

تہ مولوي لطف عليءَ جو ڳوٺ بهادرپور سبزل ڪوٽ کي ويجهو هو، ڇيو تہ سبزل ڪوٽ ۾ نواب سعيد خان جي گهڻي وقت رهڻ سبب رياست خيرپور جا ڪيترائي ماڻهو هر قسم جا، نوڪريءَ وغيره جي سلسلي ۾ اُتي رهندا هئا (۽ ٽالپر حاڪمن وٽ سچل سائينءَ جو ڪلام ڏوهيڙا وغيره ڳائيندا هوندا. بقول "الناس علي دين ملوڪهم"، ٽالپر حاڪمن کي سچل سائينءَ جي ڪلام ٻڌڻ جو ڏاڍو شوق هو؛ ۽ هن ۾ ڪو بہ شڪ ڪونہ آهي تہ حمل فقير کي سچل سائينءَ جا سرائڪيءَ ۾ چيل ڏوهيڙا ۽ ڪافيون ۽ سي حرفيون وغيره ڪلام ننڍيءَ عمر ۾ ئي من و عن ياد هئا؛ ڇو تہ هڪ تہ حمل فقير خيرپور ميرس جي شهر کان اولهہ طرف بلڪل ٿوري پنڌ تي مير خان لغاريءَ جي ڳوٺ ۾ ڄائو ۽ وڏو ٿيو هو، ڇيو تہ سندس جي سر مير علي مراد خان ۽ سندس صاحبزادن وٽ گهڻي آمدرفت هئي، جتي سچل سائينءَ جي ڪلام ٻڌڻ جو عوام خواص کي ڏاڍو شوق هو. سر مير علي مراد خان تہ سمهڻ وقت پنهجي راڳيندڙن کان سچل سائينءَ جون ڪافيون ۽ ڏوهيڙا ڳوائيندو هو. انهي ڪري قياس بلڪل صحيح ٿيندو تہ لطف عليءَ جي شاعريءَ تي بہ سچل سائينءَ جي ڪلام، خصوصاً ڏوهيڙن، جو اثر پيو هوندو، جيئن اڳتي سچل سائينءَ جي سرائڪيءَ ۾ چيل ڏوهيڙن جو مطالعو قارعين ڪرام کي منهنجي راءِ سان متفق ڪندو، ۽ هي بہ تسليم ڪرڻو پوندو تہ لطف عليءَ جي ڪلام ڏوهيڙن وغيره کان گهڻو وقت، سالها سال، اڳ ۾ ئي حمل فقير جي شاعريءَ تي سچل سائينءَ جي سنڌي سرائڪيءَ ۾چيل خصوصاً ڏوهيڙن جو اثر پيو هوندو.

سچل سائينءَ حضرت پيران پير محبوب سبحاني شيخ عبدالقادر جيلاني قدس سره جي مدح سنڌيءَ ۾ چئي آهي، جنهن جا ڪجهہ بيت هن هيٺ نموني طور لکجن ٿا، جنهن ۾ سچل سائينءَ روءِ زمين جي ولايتن ۽ شهرن جا نالا آندا آهن:

اول حمد الله ڪريان، راض رحمان جو آهي تو پير پيران تي،
عرش ڪرسيءَ تي طبل تنهنجو هلي، چا زمين ۽ آسمان تي.

ولايت ولايت سنڌ نانءُ نشر آهي، ڏيو هٿ ڪر هن حيران تي،
پشن، پچم، پنجاب، سنجاب، خوارزم، خرم شهر ۽ خراسان تي.

تبريز، انگريز ۽ اصفهان، ملڪ ڪابل ۽ قنڌار، ڪاشان تي،
چين، ماچين، چنجي، چنجاول، جهانسي، ڪانسي، جام، جرجان تي.

منجهان مهر وجهه نگاه نادر ڪارڻ رب ديهه درازان تي،
"سچو" سگ سنڌ در جو آهي، پالوٽ نيهن جي ڪر هن نادان تي.
(هن مدح جا جملي 43 بيت آهن.)

حمل فقير مرحوم هڪ مدح مبارڪ حضرت ختمي مرتبت نبي ڪريم عيله الصواة والسلام جي چئي آهي، جيڪا "ڪليات حمل" جي صفحي 57 کان شروع ٿئي ٿي، جنهن جي مطالعي مان ثابت ٿئي ٿو ته اها مدح مبارڪ مٿي ذڪر ڪيل سچل سائينءَ واريءَ مدح جو تتبع آهي. حمل فقير جي مدح جا ٻه بيت نموني لاءِ هن هيٺ لکجن ٿا - فتد بروا:

پيو جذب جيلسمير تي، امداد ٿيو اجمير تي،
پيئي گاج تو گجمير تي، ڪر مهر مون تي مصطفيٰ!

پورب، پڇم، پنجاب ۾، سورت، سري سقلاب ۾،
سارهه تنهنجي سنجاب ۾، ڪر مهر مون تي مصطفيٰ!

هت حمل فقير جا ڪي ڏوهيڙا ۽ سچل سائينءَ جا ڏوهيڙا ٻه هوند ڏيکارجن، مگر ڪتاب جي ڊيگهه کان مداحن پيش ڪرڻ تي اڪتفا ڪيو ويو؛ ۽ مؤلف ناچيز جو پڻ هي ٻه اردو هو ته سچل سائينءَ جي ڪلامن جو تتبع ۽ مضامين جو تعاقب ڏيکاريو وڃي، پر اهو اِرادو پڻ تطويل 'لاطائل تحته' سبب ترڪ ڪيو ويو. مشهور روايت آهي ۽ تذڪره نويسن لکيو آهي ته سچل سائينءَ، ميان قادر بخش "بيدل" جي وات تي ڪڙي رکي چيو هو ته 'اسان هن ۾ حلول ٿا ڪريون.' "بيدل" جي ڪلام ۾ "بيدل" مرحوم جو اهو مصرعو پڻ ڪافي آهي ته "در تنهين داتا جي 'بيدل' پرت جو پينار هو."

## سچل سائينءَ جي چيل هجو مليح ۽ ڪشف قلوب جو واقعو

هيءَ روايت ايتري مشهور ۽ متعارف بين الناس آهي، جو جهنگ ۾ رهندڙ ڪڙمي ٻه عام طرح ۽ شهري خواص خاص طور ڄاڻن ٿا؛ ٻه ڪوري سڳا ڀائر، ڳاڙهيءَ موريءَ ڳوٺ جا وينل، هرهڪ نالي عيسو ۽ موسو، هن ارادي سان درازا شريف آيا ته 'اسان هلي سيد سڏائينداسون؛ جيڪڏهن اسان کي ڪشف قلوب سان سڃاڻي ورتائين، ته پوءِ سندس طالب مريد ٿينداسون!' اهي سچل سائينءَ وٽ آيا ۽ سيد سڏايائون. سچل سائينءَ کين عزت ڏيئي

ويهاريو، جيئن هو سادات جي عزت ڪندو هو؛ ٿوريءَ دير کان پوءِ ستت اٿي موڪلايائون تہ سچل سائينءَ چيو تہ 'هي ڪلام ٻڌي، پوءِ ڀلي وڃو'- سچل سائينءَ ڳائي ٻڌايو:

ڪوري آهيو ڪوري، سائين، ڪوري آهيو ڪوري!
ٽي سريءَ مان ڪونہ ڪيئوسون، چوسريءَ مان ڦوري،
ڪوري آهيو ڪوري، سائينءَ ڪوري آهيو ڪوري!

عيسو، موسو نانءُ اسان جو، ويٺل ڳاڙهي موري،
ڪوري آهيون ڪوري، سائين، ڪوري آهيون ڪوري!

اٽون هٿ، ٻڌايون جوڙي ....................
ڪوري آهيون ڪوري، سائين، ڪوري آهيون ڪوري!

گنمبث، ڪهڙا راڄ اسان جو، راڻيپور توڙي،
ڪوري آهيون ڪوري، سائين، ڪوري آهيون ڪوري!

اهو ڪلام ٻڌي، ٻيئي ڪوري قائل ۽ طالب ٿيا.

## سچل سائينءَ جو سمورو ڪلام شطحيات ڪونہ آهي

سچل سائين جذب الي الله کان عروج جي حالت ۾ بي ساخته منصور، عطار، تبريزيءَ وانگيان شطحيات (خلاف شريعت) ڪلام چئي ويندو هو، جيئن هو پنهنجي هڪ ڪلام ۾ چوي ٿو:

"يار، وڃ بيخودي دي، ڪڏان ڪڏان آوندي هيئون!"

سندس سمورو ڪلام شطحيات ڪونہ آهي، بلڪ هن عشق مجازيءَ ۾ اهڙا سوز گداز وارا ڪلام چيا آهن، جن کي هڪ صاحب دل ذوق وارو ٻڌي ضرور متاثر ٿيندو، ڇو تہ سچل سائين نهايت درد مند، رقيق القلب هو، جيئن هڪ شعر ۾ چوي ٿو:

"دلم پر غم پريشان ز اشتياقش، ز دردم شير داديہ ما!"

سنڌ ۾ سچل سائينءَ جي خلاف جيڪا مخالفت ۽ بي التفاتيءَ جي لهر پکڙيل آهي، تنهن جو هڪ سبب تہ واقعا اهو آهي، جو سندس ڪلام ۾ "عطار" ۽ "تبريزي" ۽ "منصور" جيان ڪجهہ شطحيات آهن، مثلاً:

ايهو ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻڌيجي.
مار نغارا ”اناالحق“ دا، سولي سر چڙهيجي،
وچ ڪفر اسلام ڪڏاهان، عاشق تا نہ اڙيجي،
”سبحاني ما اعظم شاني“، ”سچو“ سر سليجي!

●

”آهيان آءُ اسرار، جيڏيون مون کي ڪير تيون پانيو؟
”نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار.“

●

تو شاه بي نيازي، دم زن ”اني اناالله“!
شهباز پاڪبازي، دم زن ”اني اناالله“!

●

تو خدا هستي، خدا هستي، خدا، لاشريڪ و پاڪ از چون و چرا!

اهڙن ڪلامن ٻڌڻ سبب علماء دين ۽ قاضيان شرع متين سندس مخالف ٿيا ۽ ڪفر جون فتوائون صادر ڪيائون ۽ اهو سندن منصبي فرض هو. ۽ ويتر جو صوفي فقيرن، معتقن، مريدن، هندو مسلمانن اهڙن ئي خلاف شريعت ڪلمن ڳائڻ تي زور پريو، تہ ٻدندڙ عوام خواص تي پڻ انهن جواثر ٿيو.

از انسواءِ سچل سائينءَ جي مخالفت جو وڏو سبب هڪ هي پڻ ٿيو، جو وقت جا ٽالپر حاڪم سچل سائينءَ جا بيحد معتقد هئا، بلڪ مريد ٿيا، جاگير ڏنائون ۽ درگاهہ شريف جو قبو تعير ڪرايائون ۽ گادي ڌڻيءَ جي رهڻ لاءِ بنگلو جوڙيائون، ۽ هڪ طرف سندس ڪشف ڪرامات جي سبب ۽ ٻئي طرف سندس سفارشن تي حاجتمندن جون حاجتون پوريون ۽ روا ٿيڻ لڳيون، تہ بموجب ’الناس علي دين ملوکهم‘ سچل سئينءَ ڏانهن ماڻهن جي رجعات گهڻي ٿي؛ علاوه ڪي تصوف جا ڪوڏيا، خدا جي طلب وارا، اهل باطن جا پڻ سندس حلقہء عقيدت ۾ منسلڪ ٿيڻ لڳا.- تہ سنڌ جي ڪن پير صاحبن ۽ کهڙن جي مخدوم صاحبن ۽ ٻين صاحبِ مريد سيدن ۽ مرشدن کي حسد ۽ رشڪ مان عداوت ۽ خصومت پيدا ٿي، جنهن جو بيان مرزا علي قلي خان بہ پنهنجي رسالي ۾ لکيو آهي (مخدوم صاحب هالن واري جو هڪ خاص مريد نالي قربان علي درازن ۾ اچي سچل سائينءَ جو طالب بہ ٿيو هو)،

۽ جيئن حضر ۾ٿائي بادشاهہ عليه الرحمه ڏانهن ماڻهن جي رجوعات ۽ سندن ڪشف ڪرامات وغيره سبب هالن جي مخدوم صاحب ۽ شاهہ سائينءَ جي وچ ۾ غلط فهمي ٿي. جيئن تذڪره نويسن اهڙي واقعات ڪي شرح بست سان لکيو آهي ۽ حضرت استاد سائين علامہ حاجي مولانا المولوي دين محمد صاحب "وفائي" عليه الرحمه پنهنجي ڪتاب "لطف اللطيف" ۾ لکيو آهي، ۽ جيئن حضرت شاهہ عنايت الله صاحب صوفي عليه الرحمه جهوڪ شريف واري ڏانهن ماڻهن جي رجوعات ڪن پير صاحبن ۽ سادات جي حسد ۽ دشمنيءَ جو باعث ٿي ۽ سنڌس شهادت جي نوبت آهي. سچل سائينءَ سان ڪهڙن جي مخدومن صاحبن جي دشمنيءَ جو هڪ ته سبب اهوئي هو جو هو رئيس العلماءِ صاحب شريعت هئا. جيئن انهن ڪنهن زماني ۾ هڪ وڏي صوفي موحد محمد عاقل نالي ڪي شرعي ڏوهن سبب طرحين طرحين ازيتون ڏيئي قتل ڪرائي ڇڏيو هو. جيڪو ڪهڙن ۾ ڏاند تي چڙهي آيو هو ۽ "آڪيداس" اچ ڪوٺايو هئائين ۽ منصوري دم هنيائين (جنهن جي افساني ڪي سچل فارسي نظم ۾ لکيو آهي) - تئين مخدوم صاحب سچل سائين تي بہ سخت ڏمريل هئا. جنهن لاءِ سچل سائين بہ منصور ۽ تبريزي ۽ عطار جيان شريعت عزاء جي سزا ماڻڻ لاءِ هر وقت بيتاب رهندو هو. ليڪن رياست جا ٽالپر حاڪم سچل سائينءَ جا بيحد معتقد هئا. جنهن ڪري مخدوم صاحب اپڙي نہ سگهيا. ۽ مخدوم صاحبن جي حسد ۽ مخالفت جو هڪ ٻيو سبب پڻ ٿيو. جيئن مرزا علي قلي خان لکيو آهي، تہ شهر گنمبٽ جو هڪ هندو "ڪمو" نالي درازن ۾ اچي سچل سائينءَ جو مريد ٿيو. جنهن کي سچل سائينءَ مسلمان ڪيو هو؛ ڇو تہ هندن وغيره کي مسلمان ڪرڻ جي اجازت حڪومت طرفان صرف ڪهڙن جي مخدوم صاحبن کي ئي مليل هئي. مٿي ذڪر ڪيل پيرن ۽ مخدومن ۽ سندن مريدن معتقدن پڻ سندن حڪم تي، سچل سائينءَ جي مخالفت تي ڪمر ٻڌي هئي، ۽ زير اثر عالمن ڪانؤ فتوائون سچل سائينءَ جي خلاف لڪائي تبليغ ڪيائون ۽ پاڻان مخالفانہ ملفوظات لکي وڏن بزرگن ڏانهن منسوب ڪيائون، تہ جيئن بزرگن جي مريدن ۽ معتقدن تي اثر ٿئي ۽ هڪدم برخلاف ٿين. ۽ سنڌس مخالفت جو هڪ سبب سنڌس وصال کان پوءِ گهڻي وقت گذرڻ بعد ٿيو جڏهن درازا شريف جي بزرگن مان علم هليو

ويو ۽ شريعت جي پيروي ميٽجي ويئي ۽ عامي معتقدن ميخوارن جو گهڻو واڌارو ٿيو ۽ درگاه شريف تي گهڻو اچڻ ۽ رهڻ لڳا ۽ سنڌسن ميخواري جاهل صوفين تي اثر انداز ٿي ۽ هو کلم کلا ظاهر ظهور شراب ۽ ڀنگ وغيره پيئڻ ۾ مبتلا ٿيا، ۽ پڻ ٻيون ڪي بدعتون شريعت جي خلاف جاري ٿيون، خصوصاً چوڏهين رمضان شريف جي متقي، متشرع، زاهد، مجاهد سچل سائينءَ جي تاريخ وصال جي موقعي تي،- جن سڀني اهل علم دينڊار مسلمانن تي ڏاڍو خراب اثر ٿيو. سچل، اهڙن خلاف شريعت بدعتن وغيره لاءِ عندالله ۽ عندالرسول صلي الله عيله وسلم ذميدار ۽ جوابده نه آهي؛ بلڪ جن ماڻهن اهي خلافِ شريعت بدعتون جاري ڪيون، اهي جوابده ۽ ذميدار آهن. جيئن ٻين ڪيترن درگاهن تي خلاف شريعت ٻجڙا ڪم ۽ بدعتون ٿين پيون، جنهن لاءِ سلف صلحاء ذميدار نه آهن بلڪ خلف سفهاء عندالله ۽ عندالرسول صلعم جوابده ۽ مجرم آهن. سچل سائين هڪ شريعت وارو صوفي باصفا هو، جنهن کي حضرت ختمي مرتب صلي الله عليه وآله وسلم جو حضور حاصل هو. سنڌس دم زدنيون نام نهاد صوفين جيان نه هيون، بلڪ هو باخدا درويش حال جو صاحب هو ۽ بلا مبالغه وقت جو عطار ۽ تبريزي ۽ منصور هو:

قالت الاعراب آمنا قل لم تؤ منوا ولکن قولوا اسلمنا (الاية)

جيئن ته دين اسلام جو هڪ ظاهر آهي، هڪ باطن، تيئن قرآن حڪيم جو به هڪ ظاهر آهي ۽ هڪ باطن، جنهن ڏانهن مولانا رومي عيله الرحمه اشارو ڪيو آهي:

”مغز قرآن را برون برداشتيم، استخوان پيش سگان انداختيم.“

”ظاهر“ ته مصلحتن کي انهن صورتن ۽ امور سان متعلق ڪري ٿو جن ۾ ڪنهن مصلحت جو گمان ۽ شائبو هجي ۽ انهن جي لاءِ اوضاع ۽ مقادير ۽ اوقات جو معين ڪرڻ آهي ۽ انهن جي اشاعت ۽ تحريف وغيره جو سد ابواب آهي جن لاءِ نهايت درجي تاڪيد ڪوشش ڪرڻ آهي؛ ۽ ”باطن“ صُوَر طاعات وغيره سان متبس ٿي، عبادات ۽ طاعات جي آثار ۽ انوار کي حاصل ڪرڻ آهي. انهيءَ ڪري حفظ دين جي لاءِ لامحاله عنايت ۽ مدد الهي ٻن قسمن ۾ تقسيم ڪرڻ آهي. جڏهن حضرت ختمي مرتبت صلي الله عليه وآله

وسلم جن پنهنجي پروردگار ڏانهن تشريف فرما ٿيا، تہ حسب وعده "اِنا لہ لحافظون" (الايتہ)، الله تعاليٰ جي عنايت ڪاملين دين جي استعداد جي مطابق آنحضرت ختمي مرتبت صلي الله عليه وآلہ وسلم جي وارثن ۽ جانشينن ۾ ظاهر ٿي. پوءِ هڪ فرقو استعداد ازليءَ جي مطابق شريعت عزا؛ جي حفاظت جي لاءِ عنايت الهيءَ جو مورد ٿيو، ۽ اهو فرقو فقهاء، محدثين ڪرام رضي الله عنهم جو آهي، جيڪو هرهڪ زماني ۾ حصول دين جي ترغيب تحريص ۽ رد تحريف جي لاءِ بيحد ڪوشش ڪندو رهيو. (نوٽ: هي مضمون طويل آهي جنهن لاءِ هت محل بيان نہ آهي.) ۽ ٻيو فرقو پنهنجي استعدالي ازليءَ جي مطابق دين متين جي لاءِ عنايت الهيءَ جو آشيانو ٿيو، هن لاءِ تہ هي فرقو هر هڪ صديءَ ۾ اهل زماني جو مرجع ٿئي.

فقهاءِ ڪرام ۽ محدثين عظام رحمهم الله تعاليٰ فرمائين ٿا تہ 'جيڪو ماڻهو الله تعاليٰ جي حڪمن تي هلندو ۽ نواهي کان محترز رهندو، نمازون پڙهندو ۽ روزا رکندو، زکواة ادا ڪندو ۽ هڪ دفعو حج ڪندو ۽ قائم الليل صائم الدهر هوندو، تہ اهو ماڻهو اهل مغفرت جو آهي ۽ بهشت جو حقدار ٿيندو. ۽ اهل باطن جا صوفياء ڪرام قدس اسرارهم آهن. جيڪي چون ٿا تہ اهل ظاهر وارن جا اهي احتياط ادنيٰ درجي جا آهن، ۽ چون ٿا تہ بلاشڪ پهرين علماء ظاهر جي فرمان موجب شريعت تي ثابت قدم ٿيڻ ضروري آهي، ليڪن انهي مقام تي ٽي نڪتا غور طلب آهن. پهريون هي تہ عقائد ۾ صحابہ ۽ تابعين رضي الله عنهم جي موافقت مقصود آهي نہ متڪلمين مناظرين جي؛ ٻيو هي تہ مباحث تنزلات خمس يعني وحدت وحدانيت، روح، مثال، جسم ۽ وحدت وجود، وغيره، ۾ سالڪ (خصوصاً مبتديءَ) کي مشغول ٿيڻ نہ جڳائي؛ ٽيون تہ جيڪڏهن ڪتب احاديث ۽ آثار صحابہ ۽ طابعين جي قدرت نہ هجيس، تہ پوءِ مذاهب اربعه مان ڪنهن هڪ جي تقليد ڪري. ۽ اهل باطن چون ٿا تہ نماز هيءَ آهي تہ سموريءَ نماز رجوع الي الحق هجي، ۽ روزو هي آهي تہ سيني سڏن کان انقطاع ٿئي ۽ لذيذ طعامن ۽ خوش سمهڻ کان ۽ سيني لذتن کان تائب ٿجي، هر چندڪ اهي مباح ۽ حلال بہ ڪٿي هجن، ۽ حج هي آهي تہ پنهنجي باطن ڏانهن رجوع ڪجي ۽ جيئن ظاهري ڪعبي کي بيت الله چئجي تيئن قلب کي بطريق اوليٰ بيت الله سمجهجي، ۽

چون ٿا تہ تفڪر ۽ تذڪر ۾ اهڙو مستغرق هججي جو زبان تي الله تعاليٰ جي ذڪر کان سواءِ نہ هجي، ۽ ان کان سواءِ دل ۾ ٻيو نہ هجي ۽ ذات حق کان ساوءِ سڀ شيءِ کي وهم ۽ خيال يقين ڪجي، جنهن کان پوءِ اهو مقام حاصل ٿئي ٿو جتي بهشت اهڙوئي ناچيز آهي، جهڙو بهشت جي نسبت دوزخ هيچ آهي. جڏهن اهل باطن جا اتي پهچن ٿا، تہ زوق ۽ مستيءَ مان اهڙا ڪلام چون ٿا، جن کي اهل ظاهر جا خلاف شريعت (شطحيات) ڪوٺين ٿا. مولانا روم خوب چيو آهي:

گفتگوي عاشقانن در باب رب، جوشش عشق ست، ني ترڪ ادب.

۽ جڏهن اهل باطن جا انهيءَ حالت کان هيٺ لهن ٿا، تہ ان حالت کي پنهنجي اصطلاح ۾ "نزول" ٿا ڪوٺين، ۽ انهي وقت پاڻ کي مصلي عبادت تي ڏسي شريعت جي مطابق گفتگو ڪن ٿا، ۽ چون ٿا تہ هر صورت ۾ ذات پاڪ متجلي آهي مگر هرهڪ مرتبي ۾ سندس نالا (اسماء) مختلف آهن، انهي ڪري مراتب عبوديت وارا نالا الوهيت کي نہ ڏجن ۽ اسماء مراتب الوهيت جو مراتب عبوديت تي اطلاق ڪجي.

۽ قرآن حڪيم جي باطن کان "علم لدني" مراد آهي، ۽ علوم لدنيه اهڙا علوم ۽ اسرار آهن جن کي بقول امام غزالي عليه الرحمه غزل ۽ نصب ڪرڻ وارا خليفا ڪونہ ٿا چاهن. جن کي انهي کان انڪار تي اصرار هجي، تہ انهن کي قرآن حڪيم ۾ حضرت موسيٰ ۽ خضر عليهما السلام جي قصي ۾ غور ۽ تامل ڪرڻ گهرجي، ۽ آية ڪريمه "من ڪفر بالله بعد ايمانه الا من أڪره و قلبه مطمئن بالايمان" جي شان نزول کي پڙهڻ ۽ پروڙڻ گهرجي، جو حضرت عمار بن ياسر صحابي رضي الله عنه خدا ۽ رسول سان ڪفر ڪيو ۽ آنحضرت ختمي مرتبت فرمايو تہ "آل آن تر ايمانه" يعني "هاڻ ان (عمار بن ياسر) جو ايمان ڪامل ٿيو"! ۽ قرآن حڪيم جو باطن روزانہ تلاوت ۾ اچي ٿو، مثلاً:

"نهن اقرب اليه حبل الوريد" (پارو 26، رڪوع 2، سورة ق)،

ترجمو: "اسين زور ويجها آهيون ان ڏانهن ان جي ساهہ واريءَ رڳ کان."

"فاينما تولوا فثم وجه الله" (پارو الم، رڪوع 14، آية 115، سورة بقر)

ترجمو: "پوءِ جيڏانهن منهن ڪندو، اتي آهي منهن الله جو."

”وهو معکم اينما كنتم“ (پارو 27، رکوع 1، آيت 4، سورة حديد)

ترجمو: ”۽ اهو توهان ساڻ آهي جتي هجو توهان.“

”وفي أنسفكم أفلا تبصرون“ ،

ترجمو: ”۽ پنهنجي پاڻ ڏانهن ڇو نٿا نهاريو؟“

حديث قدسيءَ ۾ آهي:

لايزال عبدي يتقرب الي بالنوافل حتي أحبه فاذا احببت نت سمعه الذي يسمع به و بصره الذي يبصر به ويده الذي ببطش بها“،

ترجمو: ”هميشه منهنجو ٻانهون ويجهو ٿئي ٿو مون ڏانهن نفلن (عبادتن) ساڻ، تان جو آءٌ ان کي چاهيان ٿو؛ پوءِ جڏهن ان کي چاهيان ٿو، تڏهن هجان ٿو ڪن هن جا جن سان هو ٻڌي ٿو، اکيون أن جون جنهن سان ڏسي ٿو ۽ هٿ ان جا جن سان وٺي ٿو.“

پڻ آيل آهي تہ:

”الانسان سري و انا سره“

يعني، ”انسان منهنجو راز آهي ۽ آءٌ اِن جو راز آهيان.“

۽ پڻ آيل آهي تہ:

”ان الله خلق آدم علي صورته“

يعني، ”تحقيق الله تعاليٰ آدم کي پنهنجي صورت تي پيدا ڪيو، خلقيو.“

۽ پڻ فرمايائون:

”انا أحمد بلاميم“ يعني، ”آءٌ بلا ميم يعني احد آهيان.“ ،

اقوال الصحابه رضي الله عنهم: قال ابوبکر رضي الله عنہ، ”مارآيت شيئا ورايت الله بعده“

”مون ڪا اهڙي شيءِ نہ ڏٺي حالانڪ ڏٺو مون ان جي پٺيان الله کي.“

قال علي کرم الله وجهه، ما رايت شيئا ورايت الله فيه“

”مون اهڙي ڪابہ شيءِ نہ ڏٺي حالانڪ ڏٺو مون ان ۾ الله کي.“

قال اويس قرني رضي الله عنہ، ”اذاتم عيش العبودية فعيشه عيش الله تعاليٰ“

يعني، ”جنهن وقت پورو ٿئي ٿو عيش ٻانهپ جو، پوءِ عيش أن (ٻانهپ) جو عيش الله تعاليٰ جو آهي.“

قال امام علي زين العابدين رضي الله عنه، "يا رب لو جوهر علم الوح به، لقيل لي انت ممن يعبد الوثنا"

يعني، "اي رب جيڪڏهن جوهر علم جو ظاهر ڪيان ته مون کي چيو ويندو ته تون انهن مان آهين جيڪي بتن جي پوڄا (عبادت) ڪن ٿا."

امام جعفر رضي لله عنه کي چيائون ته "اوهان متڪبر ڇو آهيو؟" فرمايائون ته "منهنجو پنهنجو تڪبر ۽ پندار هليو ويو ۽ ان جي جاءِ ته حق تعاليٰ جو ڪبر اچي ويو آهي."

۽ شيخ معروف ڪرخيءَ چيو ته "ليس في الوجود احد اِلا الله" يعني، "وجود ۾ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبه نه آهي."

۽ شيخ بايزيد بسطاميءَ چيو ته "سبحاني ما اعظم شاني" يعني، "آءٌ سبحان آهيان، ڪهڙو نه وڏو آهي شان منهنجو!" ۽ پڻ چيائين ته "لا اله الا آنا فاعبدوني" يعني، "ناهي ڪو الله مون کان سواءِ، پوءِ منهنجي عبادت ڪريو!" ۽ چيائين ته "مون نانگ جيان بشرت جي کل لاهي ڦٽي ڪئي آهي ۽ ان کان ٻاهر نڪري آيو آهيان." هڪ ڀيري مؤذن چيو ته "الله اڪبر". ٻڌي، چيائين ته "الوهيت ۾ آءٌ برتر آهيان." هڪ دفعو ڪنهن سندس دروازي تي چيو ته "بايزيد گهر ۾ آهي؟" وراڻي ڏنائين ته "گهر ۾ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڪونه آهي."

۽ سهل بن عبدالله تستريءَ چيو ته "آءٌ فرشتن تي حجت آهيان ۽ منهنجو هي گهيٽو علماء فقهاء تي حجت آهي." ۽ چيائين ته "الذکر عليٰ للسان هذيان و في القلب وسوسة" يعني، زبان تي ذڪر ڪرڻ بڪواس آهي ۽ دل ۾ ذڪر ڪرڻ وسوسو آهي." ۽ چيائين ته "صوفي اهو آهي، جنهن جو خون حلال ۽ جنهن جو مال مباح آهي."

۽ ابو حمزه خراسانيءَ، رڍ جو آواز ٻڌي، چيو ته لبيڪ جل جلاله!" ائين چئي، وجد ۾ پئجي ويو.

۽ شيخ جنيد چيو ته "ليس في جبتي سوي الله" - يعني، "منهنجي جبي ۾ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبه نه آهي." (بعض انهيءَ شطح کي بايزيد ڏانهن منسوب ڪيو آهي.) هڪ دفعو شيخ جنيد جي اڳيان شبليءَ اوچتو "الله" چيو، ته ڪيس شيخ چيو ته "شبلي، الغيبة حرام" يعني "شبلي، (گلا) حرام آهي."

هڪ ٻيري بانيءَ فقر، علي ڪرم الله وجهه، بحالت عروج ۽ سڪر وحدت پنهنجي خطبي ۾ فرمايو، جنهن وقت ڀاڻ ماڻهن کي خطاب ڪري رهيو هو، ته ”مان ئي اسم الله جي ڪان لفظ ڏنو ويو آهيان ۽ مان ئي لوح آهيان ۽ مان ئي عرش آهيان ۽ مان ئي ڪرسي آهيان ۽ مان ئي ست آسمان آهيان ۽ مان ئي ست زمينون آهيان.“ پوءِ جڏهن اثناء خطبي ۾ ئي عروج ڪان لهي نزول جي حالت ۾ آيو ۽ وحدت جي تجلي اٿي ويئي، ته پوءِ ڀاڻ معذرت ڪرڻ لڳا ۽ پنهنجي عبوديت ۽ عاجزي، بيڪسيءَ جو اظهار فرمايائون.

شيخ ابوبڪر واسطيءَ چيو ته ”جنهن ذڪر ڪيو انهيءَ بهتان ٻڌو، جنهن صبر ڪيو انهي دليري ڪئي، جنهن شڪر ڪيو انهي تڪلف ڪيو.“

حسين بن منصور حلاج ”انا الحق“ چيو، ۽ چيائين ته ”عارف تيستائين مومن نٿو ٿئي، جيستائين ڪ هو ڪافر نه ٿئي.“ لکيو اٿن ته هڪ ماڻهوءَ ڪيس چيو ته ”تون پيغمبريءَ جي دعوىٰ ٿو ڪرين!“ منصور ٻڌي، ڪيس چيو ته ”افسوس جو تو منهنجو شان گهٽ ڪيو، آءٌ ته خدائيءَ جي دعوىٰ ٿو ڪريان!“ ۽ پڻ سندس شعر آهي. ”سبحان من لطف نفسه فسماه حقا، وڪثف نفسه فسماه خلقا“ يعني، ”پاڪ آهي اهو جنهن لطيف ڪيو نفس پنهنجي کي، پوءِ نالو رکيائينس حق؛ ڪثيف ڪيائين نفس پنهنجي کي، نالو رکيائينس خلق.“

ابوبڪر ارمويءَ چيو ته ”الملائڪة حراس السماء والعلماء حراس الدين و الاوليا حراس الله تعالي“ يعني، ”فرشتا آسمان جا نگهبان آهن ۽ علماء فقهاء دين جا نگهبان آهن ۽ اولياء الله تعاليٰ جا نگهبان آهن.“

۽ فارس بن يحيٰ بغداديءَ چيو ته ”لذت طاعت جي ۽ لذت شرڪ جي ٻيئي برابر آهن.“

علي هجويري لاهوريءَ چيو ته ”الفقير عندي من لا قلب له ولا رب له“ يعني، ”منهنجي نزديڪ فقير اهو آهي، جنهن جو نه قلب آهي ۽ نه جنهن جو رب آهي.“

۽ احمد نامقي جامي رندفيل چيو ته:

ما ذات ذوالجلال خداوند اکبريم - قدوس پاڪ از همه الواث برتريم
ني آب و بادو آتش ني خاڪ وني هوا - ني جسم و ني مرڪب وني عرض وجو هريم
ما حق مطلقيم ببين اندرين صفات- ما ذات ايزديم مولي زمر چادريم

حضرت سيد عثمان لعل شهباز قلندر عليه الرحمه:

من آن دُرم ڪہ در بحرالله بودستم، بکرهِ طور با موسيٰ ڪليم الله بودستم

شيخ سعدي چيو تہ:

رہ عقل جز پيچ در پيچ نيست- بر عارفان جز خدا هيچ نيست

مولانا جاميءَ چيو تہ:

نموده روي در بال و پست اوست- و گربسيار ور ڪم هرچہ هست اوست

حضرت مجدد عصر پير سيد محمد راشد عليه الرحمه فرمايو:

وحدت مان ڪثرت ٿي، آهي وحدت ڪثرت ڪل،

اندر پرين، ٻاهر پرين، ڀول نہ ٻئي ڪنهن پل،

هي هنگامو هُل، مڙيئي محبوب جو.

حضرت خواجه علامہ عبدالحق درازائي عليہ الرحمہ فرمايو:

هر چہ بيني ز فوق عرش علا، هستيءَ اوست تا بہ تحت الثري

........ نسبت در جهان موجود، همہ هستي ازو شده پيدا

احمد غزاليءَ وچيو تہ ”سنت اسان جي رسول ڏانهن آهي ۽ فرض اسان جو آهي خدا ڏانهن.“ ۽ مشهور آهي تہ نماز جي نيت وقت چوندو هو تہ ”ڪافر ٿيس، جڏهن چيو ٻڌم، الله اڪبر!“

۽ حضرت محبوب سبحاني عبدالقادر جيلاني قدس سره فرمايو:

”مَن اراد العبادة بعد الوصول فقد اشرڪ بالله تعاليٰ“ يعني، جنهن وصال خدا کان پوءِ عبادت جو ارادو ڪيو، تحقيق هن الله تعاليٰ سان شرڪ ڪيو.“

۽ سعدالدين حمويءَ چيو تہ ”موحد ۽ مشرڪ حقيقي پاڻ خدا آهي.“

۽ برڪ همدانيءَ چيو تہ ”حضرت محمد مصطفيٰ عليہ الصلواة جي نور ڏسڻ سان مڙيئي مومن ڪافر ٿي ويا ۽ ڪين انهي جي خبر بہ نہ پيئي.“

حضرت خواجه معين الدين سيد حسن سنجري ثم اجميري قدس سره کي هڪ شخص چيو تہ ”مون کي پنهنجو مريد ڪريو.“ ڪيس فرمايائون تہ ”چئو لااله الاالله چشتي رسول الله.“

۽ فريدالدين عطار چيو:

من خدايم من خدا، فارغم از ڪينهء و ڪبر و هوا

۽ حضرت بو علي قلندر پاني پتيءَ چيو:

نمازي مي گذارم در خرابات، رڪوعي سجودي ني قيامي

براقي ڪردم از وحدت چو برقي، خدائي را برون ڪردم بگامي

شرف زنار و تسبيحت يکي شد، تو خواهي خواجہ شو خواهي غلامي

حضرت غوث بها الدين ذڪريا ملتاني قدس سره فرمايو:

عالم چراگاه ڪمين خران ماست، عقبي شڪارگاه سگان سگان ماست

ما عرش و ڪرسي را زير قدم نهيم، اسلام و ڪفر سوزم اين نامتحان ماست

جملہ نبي طفيل من انبيا شدند، عيسيٰ و خضر و يونس از پس روان ماست

بشنو سخن بهاول از صدق بوالعجب، والله مڪان وحدت در سايہ بان ماست

علي نور بخش اسيريءَ چيو:

هم ذات بحت مطلقم، هم وصف وهم اسماستم
هم نفس و موج و قلزمم، جُو و هم درياستم

اول منم، آخر منم، ظاهر منم، باطن منم
غائب منم، حاضر منم يڪتاو بي همتا ستم

عالم منم، آدم منم، همم شادي و هم غم منم
هم درد و هم مرهم منم هم لا و هم الا ستم

جني منم، انسي منم، هم عرش و هم ڪرسي منم
هم عالم قدسي منم، نورِ جهان آرا ستم

هم زاهدم بي شور و شر، هم عاشقم بي پاو سر
هم در اسيري بي خبر، هم رند نا پروا ستم

۽ هڪ شخص شاه عالم کان پڇيو تہ "تنهنجو نالو ڇا آهي؟" چيائين، "محمد" پڇيائينس تہ "تنهنجو چوڻ ڇا آهي؟" چيائين، "الله احد". پڇيائينس تہ "تنهنجو حال ڇا آهي؟" چيائين، "الله الصمد". پڇيائينس تہ "تنهنجي صفت

ڇا آهي؟" چيائين، "لم يلد ولم يولد". چيائينس ته ته "تنهنجو قدر ڇا آهي؟" چيائين، "لم يكن له كفواً احد".

شيخ اڪبر محي الدين ابن العربيءَ چيو ته "فوقتا يكون العبد ربا بلاشك و وقتا يكون العبد عبدا بلا افك" يعني، "ڪنهن وقت پانهون بلاشڪ رب هوندو آهي، ۽ ڪنهن وقت پانهون پانهون هوندو آهي ري بهتان." "فانت عبد فانت رب لمن له في الخطاب عهد" يعني، "پوءِ تون ئي پانهون آهين ۽ تون ئي رب آهين، هن جنهن جو خطاب (الست بربكم) ۾ عهد ۽ اقرار آهي."

## سچل سائينءَ جي شطحيات سنڌي، سرائڪي، اردو، فارسيءَ جا نمونا مشتي از خروار:

"آهيان آءُ اسرار، جيڏيون مون کي ڪير ڏيون پانيو؟

●

پانهون پانءَ م پاڻ، تون ئي مالڪ ملڪ جو!
"لاخير في عبيد"* اهو اٿئي اهڃاڻ.

●

الله الله ڇو ڪرين، پاڻ ئي الله جاڻ،
"سچو" سائين هڪڙو ناهي شڪ گمان.

●

اتي ڪفر نه اسلام، آهي سيني ڪي سلام،
مذهب مور نه مڃيان، آءُ مشرب منجهه مدام،
هاديءَ سائينءَ پاڻ "سچوءَ" کي عشق ڪيو انعام.

●

پنهنجي ذات لڪائي، ڪيئن ٻي ذات سڏايان؟
منصوريءَ جي موج ۾، ٿو "اناالحق" الايان،
'اعليٰ اعظم شان' جي، نوبت نيهن وڄايان،
واديءَ ۾ وحدت جي، گهوري سر گهمايان،
"سچو" سارو سچ ٿيو، هيءَ حڪمت ٿو هلايان.

●

"پانهي ۾ ڪا ڀلائي نه آهي"

سوئي ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻٺيجي،
اها تڪبير 'فنا في' والي، پهلي پهر پڙهيجي،
مار نغارا "انالحق" دا، سولي سر چڙهيجي،
وچ ڪفر اسلام ڪڏاهان، عاشق تا نہ اڙيجي،
'سبحاني ما اعظم شاني'، "سچو" سر سليجي،
خود هي اهوئي خود هي، نهين اور ڪوئي اليندا.

منصور هوڪي ويڪو سولي اوپرا چڙهيندا،
طرحون طرح تماشا آپ آپڻا ٻٺيندا.

عاشق ٿيوي آپ تي ڏيک حسن آپٽي ڪون،
نعره 'آنالحق' دا، وچ بيخودي مريندا.

فرعون، موسيٰ هڪو، اهو پول ڪوئي رکا هي،
اهو سي ڪنهن صورت وچ، ٻوليان لڪين ٻليندا.

شمل چا ٻڌ شاهي دا، چوڙ دمان گدائي والا!
آپ سڃاڻ "انالحق" آکين، ماڻي عيش الاهي دا.

●

عشق هي امام ميرا، ديگر امام ڪيا هي؟
ميخانہ ميـن هوا هون، جرغ يا جام ڪيا هي؟

اس جا ملائڪ ني مجهہ ڪو سلام ڪيا هي،
قاضيا همن سون اس جا ديگر سلام ڪيا هي؟

يسمع و يبصر، جانو يقين سيتي،
هم خانہ يار هوڪر ڪرنا پيام ڪيا هي؟

●

تو خدا هستي، خدا هستي، خدا، لاشريڪ و پاڪ از چون و چرا!
خويش را در خويش مي بيني همہ، نيست چيزي در تحرڪ غيرما
هم خدائي نام را داشتن، ذات تو تحقيق مي باشد خدا

گاه آدم گاه شيطان مي شوم، گاه موسيٰ گاهہ عمران مي شوم
کہ جدا باشيم از مادر پدر، کہ چو اسماعيل قربان مي شوم
گاه عابد گاه زاهد گہ مغم، گاه ڪفر و گاه ايمان مي شوم
گاه باشم ”آشڪار“ بادشاه، گاه بر دربار دربان مي شوم

بت راسجود کردم در ميکده نشتم، اسلام شد بغاوت چون سد دين نشکستم
ايمان و دين برون شد آن يار اندرون شد، زنار در گلو شد رشتہ سجہ گسستم
اين شيوه ايست رندي معلوم شد برندان، من از شراب وحدت منصور وار مستم

**سچل سائينءَ جي انهيءَ ڪلام جو نمونو جيڪو هو عروج جي حالت کان پوءِ نزول جي حالت ۾ چوندو هو.**

آهيان عيبدار ميان، آءٌ ٻانهن جي ٻانهي،
عمر سيائي ڪوڙ ڪمايم، بخشيو مون کي اِهي جاني!

روز ازل کان ابد تائين، اٿم ڳچيءَ ڳل ڳاني،
ڏوه ڏنگايون ڏِسُ نہ منهجيون، محب ڪريو مهرباني!
ڪيئن ”سچو“ جي دلڙي دلبر، دوست ڪَيَوَ ديواني!

●

ت-تنهنجي تاري، آهيان آزاري، بندي بيڪاري،
بچڙي ۽ بدچال، ساجن لوهہ سنيال!

ث-ثمر نہ ساريان، گونىر گذاريان، پل پل پڪاريان،
ڪيم بد اعمال، ساجن لوهہ سنيال!

خ-آهيان خوار، گولو گنهگار، ناقص نابڪار،
خلل ۽ خيال، ساجن لوهہ سنيال!

●

غ-غرق گناهان دي وچ هوئيان، ڪوئي مول ثواب نہ ڪرديان جي،
تيڏي لا ابالي درگاه سائين، ڏيک ٻهون مين ڏرديان جي!

●

گر بندهء گناهگارم، از در تو بسي اميدوارم
دربارِ گهت چہ عرض سازم ڪز جرم و خطائي شرمسارم
هرڪس ڪہ مراملي پذيرد، حقاڪہ سگ تو داغدارم
هرگز زدرت بدر نرفتم ڪن عفو ڪہ عذر پيش آرم
بر مور ضعيف رحم فرما، بر لطف تو هست انتظارم
از ڪرده خويش شدم پشيمان، خود را بتو پادشاه سپارم
مائيم خراب دل خرابم، بدڪار بعالم آشڪارم

## آمدم برسر مطلب:

اصحاب علم ۽ ارباب تصوف ۽ معرفت کان مخفي نہ آهي ۽ مٿي پيش ڪيل مضامين کان پڻ ناظرين ڪرام کي روشن ٿيو هوندو تہ صوفياء ڪرام ۽ مشائخ عظام کان عروج جي حالت ۾ جوش عشق ۽ مستيءَ کان اهڙا ڪلام خلاف شريعت جي صادر ٿين ٿا، جن کي هو پنهنجي جا اصطلاح ۾ ”شطحيات“ ڪوٺين ٿا، جيئن مولانا روميءَ فرمايو آهي:

گفتوي عاشقان در باب رب، جوشش عشق ست ني ترڪ ادب.

۽ فقهاء عالي مقام رحمهم الله تعاليٰ اهڙي خلاف شريعت ڪلامن سبب مٿن ڪفر جون فتوائون صادر ڪري سزائون ڏيندا رهيا آهن، جو اهو سندن منصبي فرض هو. ڪن کي قتل ڪرايو ويو، ڪن کي سوليءَ تي چاڙهيو ويو، ڪن جي کل لهرائي ويئي، ڪن کي گهاڻي ۾ پيڙايو ويو؛ ليڪن ان هوندي بہ اهي صوفياء ڪرام هن دنيا جي زندگيءَ ۾ موت کان پوءِ مرجع الخلائق رهيا، ۽ سندن تصنيفات کي بہ اهل معرفت جا ڏاڍي ذوق ۽ شوق سان پڙهندا ۽ پڙهائيندا رهيا آهن. ۽ صوفياء ڪرام مان شيخ محي الدين ابن العربي بہ ”شطحيات“ سبب فقهاء سڳورن جي نزديڪ وڏو ڏوهاري آهي، جنهن کي هو ”شيخ اڪبر“ ڪوٺين ٿا. حافظ ابو عبدالله وهبي ۽ علامہ ابن تيميه سندس سخت مخالف هئا ۽ نهايت زور شور سان سندس مخالفت ڪندا رهيا ۽ عوام توڙي خواص ۾ تبليغ ڪندا رهيا تہ ’شيخ محي الدين ابن العربيءَ جي تصنيف کي ڪوبہ مسلمان نہ پڙهي‘- حالانڪ شيخ جي تصنيفات چار سؤ جي قريب چون ٿا، ۽ سندس قرآن شريف جو هڪ تفسير پنجانوي جلدن ۾ هو ۽ ٻيو

تفسير ائن جلدن ۾ هو؛ تصوف ۾ سندس ٻه ڪتاب وڏيڪ مشهور آهن: هڪ "فتوحات مڪيه" ۽ ٻيو "فصوص الحڪم". مخالف علماء جي مخالفت جي باوجود امام ابن سعد يافعي شيخ جو وڏو مداح آهي، جيئن شيخ الاسلام ذڪريا ڪان روض جي شرح ۾ منقول آهي ته "امام يافعي شيخ اڪبر محي الدين ابن العربيءَ جي ڪتابن پڙهڻ لاءِ اجازت ڏيندو هو، ۽ چوندو هو ته 'جيڪي جاهل اهل طريقت جا منڪر آهن، انهن جي چڻ سڌ هيءَ آهي ته هو ڦوڪ سان جبل کي اڏاري هٽائي ڇڏين؛ جيڪو خدا جي ولين سان دشمني رکي ٿو اهو گويا الله تعاليٰ سان عداوت ٿو رکي.'" شيخ جلال الدين سيوطي لکي ٿو ته "ابن العربي عارفن جو مربي آهي ۽ تنزلات جو روح آهي ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عيله وسلم جي قدم بقدم هلڻ وارو آهي." ۽ پڻ شيخ اڪبر جي مخالفين جي ترديد ۾ جلال الدين ٻه ڪتاب لکيا آهن: هڪ جو نالو "تنبيه الغبي في تبرئة ابن العربي' آهي ۽ ٻئي ڪتاب جو نالو "قمع المعارض في نصرة ابن الفارض" آهي. ۽ شيخ الاسلام مجدالدين فيروز آبادي صاحب ڪتاب قاموس وارو لکي ٿو ته "قاضي القضاة مالڪي جڏهن شيخ اڪبر کي ڏٺو، ته قضا ڇڏي سندس قدم تي هلڻ لڳو ۽ پنهنجي ڌيءُ سندس نڪاح ۾ ڏنائين"؛ ۽ پڻ فيروز آبادي لکي ٿو ته "شيخ اڪبر جا مخالف اهي آهن جيڪي بلڪل ٿلها ملا آهن، جن جو محققين جي مشرب ۾ ڪجهه ٻه ٻهرو ڪونه آهي؛ ورنه جمهور علماء ڪرام ۽ صوفياء عظام اقرار ۽ اعتراف ڪيو آهي ته شيخ اڪبر هڪ وڏو صاحب تحقيق جو ۽ توحيد جو امام آهي ۽ علوم ظاهريه ۾ يگانو ۽ يڪتا ۽ بي نظير هو." ۽ شيخ عزيز الدين عبدالسلام لکي ٿو ته، "ڪن ويچارن گهٽ سمجهه وارن ملن شيخ اڪبر جو انڪار ڪيو اهي، جن کي فقيرن جي اصطلاح جي ڪابه خبر ۽ ڄاڻ نه آهي." ڪاش اهي ويچارا فقيرن جي صحبت حاصل ڪن ها! ۽ معترض کي غور ۽ فڪر ڪرڻ گهرجي ته مشائخ ڪرام ۽ اولياء عظام جي تصنيفات ۾ ڪي ٿورائي اهڙا ڪلمات آهن، جيڪي اهل ظاهر جي نزديڪ ڪفريات آهن، ۽ عروج جي حالت ۾ ذوق، مستي، جوش ۽ عشق ۾ انهن کان بي اختيار صادر ٿيا آهن؛ ورنه سندن ٻي سموري تصنيفات بحالت عزول شريعت غراء جي مطابق آهي، جيئن شيخ اڪبر چوي ٿو، "ڪل من يفهم هذا جاز اسرار

الطريقة و من يغفل عن هذا يجد في نفسد غمة"- يعني، "جيڪو هي ڳالهيون سمجهندو، اهو طريقت جي رازن کان پار ٿيندو، ۽ جيڪو انهن کان غفلت ڪري ٿو، اهو پنهنجي نفس ۾ ڪرب ۽ حجاب لهندو".

جيئن سچل سائين هڪ ڪلام ۾ چوي ٿو: "يار، وچ بيخودي دي، ڪڏان ڪڏان آنوندي هيئون."

۽ وڏيڪ چوي ٿو، "زوران زوريءَ پون اوقاتون، ڏاڍيون بره جون باتيون- سچو آهي ڪڏهن ناهي!"

مطلب تہ حضرت فاني في الله باقي بالله حافظ عبدالوهاب فاروقي عليہ الرحمه جي رسالي توڙي ٻيءَ سموري تصنيفات ۾ ڪٿي ڪٿي 'شطحيات' بہ آهن، ورنہ سموري ٻي تصنيفات سوز، گداز، درد ۽ غم سان پرپور آهي- ۽ اها بہ هڪ حقيقت واقعي آهي تہ سچل سائينءَ پنهنجا اهڙا ڪئين بياض پنهنجي ڪلامن جا ڪي پاڻيءَ ۾ لوڙهي ضايع ڪري ڇڏيا هئا ۽ ڪجهہ روبرو ساڙائي ڇڏيا هئائين، ۽ انهي وقت طالبن کي چيو هئائين تہ "متان منهنجي اهڙن ڪلامن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان ماڻهو شريعت غراغ جي جي واٽ کان ڀلجي گمراهہ ٿين"- جيئن اهو واقعو سيني تذڪره نويسن سپرد قلم ڪيو وآهي. ۽ هو بلاشبہ هڪ عابد زاهد، متورع، متشرع صوفي هو، جنهنڪري سني، شيعي، نيڪ ۽ بد ۾ فرق نہ ڪندو هو.

**الفقير محمد صادق غفرلہ**

راڻيپور شريف، ضلعو خيرپورميرس،

فقط 23 رمضان شريف، 1376هہ

# دعا

نَنگڙا نِماڻي دا، جيوين تِيوين چولڻا!

ميلي هان يا مندي هان، بيشڪ تيڏي بَندي هان:
يَڪين مَيڏا يولڻا، مَيڏے عَيب نہ ڦولڻا!

پئي هان تيڏے پنارے، لڳي هان تيڏے لارے:
تَيڏي ذات سَتاري، ڏوهہ نہ مَيڏےڳولڻا!

نال ڪوجهي دے جالڻا، آسان ڪنے ول آوڻا:
يار ”سچل“ تَون لهِن ڪَشالے، گهونگهٽ آپڻا ڪولڻا!

## نعت

ڪُل نَبيان دا سَرتاج مُحمّد، "بَحر عرَف" امواج مُحمّد.
"قَابَ قَوسَين اَو اَدنيٰ"، شرَف شَبِ مِعراج مُحمّد.
اُمّت تيري ڪِيوَن غم ڪاوے، جَين دي تَيڪُون لاج مُحمّد.
"سَچّل" ڪُون غم ڪوئي ناهِين، ڪِيتا لا يَحتاج مُحمّد.

●

شَمع شباهَت رُخ دي ڏِٺم، شور گهتيندي شَبّي؛
نامَخلوق سَڏِيجے اس نُون، رَنگ سَمُورا رَبِي؛
رُومي، نا اِيراني چالے، رکدا عَزم هے عَربي،
"سچل" دا وچ ڏونهان جَهانان، مُشڪل حَل مُرَبّي.

# پنهنجي متعلق

ڏاڏا چاڻ محمد حافظ، وچ درازين ديرا-
دست تَهين دے اصلون آها، سارا مقصد ميرا.

هادي مهدي مُرشد مَيڏا، قادريہ هے ڪامِل-
عارف عبدالحق بهردم، نال مُريدان شامل.

مهدي شاهہ مُربّي ميڏا، رهبر راهہ ڏسيندا-
حق مُحقق، مَستي مے دي، بيشڪ او بخشيندا.

شاهہ عبيدالله اساڏا، خواجہ پيران پيران،
آل نبي اولاد علي، هے حضرت ميران ميران،

ڏاڏا اس دا غوث الاعظم، مُرشد ڪُل اولياوان،
قدم مبارڪ هويا تَحقق، گردن سڀ سرتاجان.

ڪوئي اور نہ سُجهدا مَينُون، آپے آها ظاهر،
"اَللهُ نُورُ السّماوات وَ الارض"، اوئي منظر ناظر،
" ولقد ڪَرّمنا بني آدم وحملنا هم في البرّ والبحر"، "سَچُو" هر دم حاضر.

# ڏوھيڙا

(١)

ظالِم ديان زور آوَر آکيان، باشے باز يا بَحريان؛
ڪَجليان قاتل عشّاقان ڪُون، قتل ڪَريندِيان ڦهريان؛
درد مَندان دے مارَڻ ٻاجُھون، ڪٽ نَھين او نَھريان؛
شاھان تي بے پروا "سَچّل"، نال غَريبان گھريان!

(٢)

مَحبوبان ديان ني اکيان بَحرِي، سَيڪنھِن سيتي اڙڪِن؛
چَنّڻ نال ڪِيٽس چِتسالي، نُور سِتارے جَھڙڪِن؛
زُلفان مار سياہ دے وانگڻ، ڳَل دے اتّون لَڙڪِن؛
عُشّاقان دي مارَڻ ڪِيتے، پيرے پيرے پَڙڪِن؛
"سَچّل" ويک خيال اُنھان دا، صدھا عاشق ڦَڙڪِن!

(٣)

اکيان يار سُھڻے ديان سُھڻيان، خُوني ظُلم ڪَريندِيان؛
بازان وانگڻ ڪَرِن سَٿونے، دَمّ نہ ھڪ ڏيرِيندِيان؛
ڪاوِن ماس، تے رَت پِي پيون، چَنگل نالَ مَريندِيان؛
اچا پي "سَچَل" ڀاڇن ناھِين، ڪارڻ خُون گَڙيندِيان!

(۴)

زرّے باز سُہٹے دیان اکیان، شَوقي زور شِکاري؛
کَیفي شور شرابي هوندیان، خاصیان خاص خماري؛
عُشّاقان دي او دل نون "سَچّل"، کَردیان قوت گذاري!

(۵)

اکیان باز عقاب سُہٹے دیان، شور گهَتِن شَہ زوریان؛
مَست هووِن مستانیان ڈونهین، ڈاڍے کَیف کَکوریان؛
مُنهن وِچ ڈون مَهتاب نِي روشَن، یا وَت نُور کَتوریان؛
خُوني خُون کَریندیان "سَچّل"، تاپي سَدا سگوریان!

(٦)

اکیان باز عقاب سُہٹے دیان، کَرن پَرون پَرواز وڈے؛
اگون اُنهان، مُشتاقان دے، هوندے سَو نیاز وڈے؛
بانهان بَڌ، گهَت ڳل وِچ ڳاري، کَردے کَڙ ایلاز وڈے؛
تاپي "سَچّل" مَعشوقان دے، هوسِن غمزے ناز وڈے!

(۷)

سُہٹے دیان شَہ زور اکِین، او کَنهِن دي غَرَض نہ رکدے؛
رَمز اُنهان دي راز والي، کیئي لکّان وچون لکدے؛
وچون هَزارن، یار دے "سَچّل"، هِن هِک ڈون عاشق اک دے!

(٨)

سُهڻے يار ديان اکيان قاتِل، درد مَندان ڪُون قَتِن؛
ڏے بانوَليان شهباز وانگڑ، سر عُشاقان دے جَهٹّن؛
کاوِن ماس يَتِيمان دا، وَت رَت چهنب نال چَٹِن؛
طامع، طَمعے وقت عُشاقان، زيرے بُڪيان پَٹِن؛
غرَض نَهِين مُشتاقان "سَچَل"، مُنهن نا اوڏون مَٹِن!

(٩)

سُهڻے ديان شهباز اکين هِن، يا وَت ظالِم زَرّے؛
مِز گان ڏِون تعزير عُشاقان، ڏين والے جَڑ دَرّے؛
قَدر اُنهان دا تَنهِن ڪُون جِنهان، پيتے تازے تَرّے؛
مَست مَوالي اٹّان آڪِر، سَٹّن سِر هِڪ جَرّے؛
خَبَر جِنهان نُون اِها نہ "سَچّل"، حال تِنهان دے بَرّے.

(١٠)

جهٹ مارِن شَهباز اکين دے، بَرسر ماس يَتِيمان؛
مشتاقان دے سَبّ بُڪيان زيرے، قُوت تِنهان دا قِيمان؛
دردمَندان دي دل دے ڪِيتے، نازان نال پِيي نِيمان؛
حُسن دِي فَوج هے کوڑيا اپٹا، دل تہ "سَچّل" دے خيمان!

(١١)

سُهڻے ديان اِهے ظالِم اکِين، شير وتِن جَڑ شوري؛
شور گهتِن شهزاديان ڏونهين، ڪَيفي ڪَيف ڪَڪوري؛
نينهن دے نيزے بَرڇان چاوِن، يا وَت جام ڪَٹوري؛
ڪَرن تاراج دليان ڪُون "سَچّل"، زورآور، نال زوري!

## ڪافي ٩٢

ڪروڙين لک پڙهہ ڪي، تيکون سَر سات ڪِيا ڪِيتا؟
نمازان پڙهہ پڙهہ ڪے روزا تر، اِسي طاعت ڪيا ڪِيتا؟

ڪِيا نفسي ڪيا قلبي، ڪِيا روحي ڪيا سِرّي؛
ڪِيا خفي ڪِيا اِخفيٰ، اِهين درجات ڪِيا ڪِيتا؟

مڪي ڪي طرف حاجي هوڪے، زيارت ڪعبے دے ڪِيتے؛
چَلے بَيت المُقدس ڏهون، ڪعبہ قبلات ڪِيا ڪِيتا؛

گلين دا پوش ڪَر بيئين، تہ "مَين صافي هُون صوفي هُون"!
مَڪر دے تاج سر پاڪے، دغل دلقات ڪِيا ڪِيتا!

رجاعت خلق دے ڪِيتے، وَظيفہ ورد پڙهدا هَئِين؟
گهتيدئين مُک اُتے برقعہ، اِهين رجعات ڪِيا ڪيتا؟

ڳوهي سَر رهہ بَنيندائين، ٻڌايندئين بند حرفت دے؛
ڪَهے هرڪوئي آچا فقراءُ، اِهين حِرفات ڪِيا ڪِيتا؟

شرف شاهي دا گم ڪِيتوئي، قدر آپڻا نہ ڄاتوئي؛
آکيندئين "لااِلٰه اِلاالله"، نفي اِثبات ڪِيا ڪِيتا؟

مُنيندَئين وال تے ڏاڙهي، چڙهيندائين هات ڪا چوتا؛
ڪُلهے تے چاوَندئين ڪُتڪے، اِهين فعلات ڪِيا ڪِيتا؟

جماعت جوڙڪے بيٺئين، مَسلے اُس ڪون بتيندائين:
ڪيا مَسلے، مسائل ڪِيا، اِهين جماعات ڪيا ڪِيتا؟

تِڪٹ اُچا ڪَسب هوتا، ڪِيا يارو رے آن حد هئے:
ديکا ٿم نُور ڪا شُعلا، توهم تجلات ڪِيا ڪِيتا؟

شناسا بڻ يقين ڪَر، تا ٿيسي پچے حاصلت ڪائي:
ڏوجهي حيلہ گري هوسِي، اَدب اوقات ڪِيا ڪيتا؟

"سَچّل" سِرّ آپڻا چاٿين، پچاڻين آپڻي صورت:
تہ ٿون ڪِيا هَيئين، تے ڪِيا ٿيسين؟ دگر ڪَرامات ڪِيا ڪِيتا.

## ڪافي ۹۳

پهرين لک قبائِين ٿون... يار، الا الا، وو پِلا پِلا!

ٿُون هين جو منصور سڏاوين، "اناالحَق" فرمائين ٿُون.
آپ ڪُون آپ سجاڻ جو بيٺئين، شاهہ گدا سڏائين ٿون.
ڪڏان ڪَريندئين ڪم شتابي، ڪڏان مُدّت ترسائين تون.
ڪڏان نڪالان عرض ڪريندئين، ڪڏان سو پُهري پائين ٿُون.
"سَچّو" مولٰي نہ پاسے آها، اَڪين ٿون اکوائين تون.

## ڪافي ۹۴

سُهڻا ڏوجها نہ ٿِيسين... جوئي بڻين، سوئي بڻين، ميان.

عشق آواز جو آندوئي، اُهو سو شال وڻين سو وڻين، ميان.
آپڻے وچ آپے آندائين، بيا تہ ڪوئي نہ آٿين سو آٿين، ميان.
اُور نہ ڪوئي جاڻے تُساڪون، آپ ڪُون آپ ٿون جڻين سو جڻين، ميان.
"سَچُو" هوڪے سوين رنگان وچ، هڪو هڪ ٿون ڳڻين سو ڳڻين، ميان.

## ڪافي ۹۵

هرجا حڪم هلائين ٿون، يار، يَلا يَلا!
جوڳي ٿي ڪر جڳ وچ آڪر، اَنگ ڀڀوت رمائين ٿون.
رنگان رنگي ويس جو ڪرڪے، چِپر اِتان چمڪائين ٿون.
جوين جلوه ڪرڪے آندئين، آپ نچين نچوائين ٿون.
نعره مار "اَنا الحَق" والا، بر سردار چڙهائين ٿون.
آپ ڪون آپے ڏے ڪے ڏڪالے، "سَچّو" نانءُ سڏائين ٿون.

## ڪافي ٩٦

ڪيهي آڪ سڻاوانئين ڳالهه، وي! مَين شرط پئي اَن وَچ وَچ شهه دي.

آپ اُواگهه وچ غوطا ماريئم، پچي وَلڻ دا خيال وساريم -
چڪ پَئي قيل مقال، وي.

آء اَچانڪ وچ پَئي مَين، لڙ لهر نال هڪ ٿئي ميـن-
پهريم ويس وصال، وي.

تانگها لنگهه ڪر پار پيوسي، تن من لهرين وچ ڏتوسئي-
جوڙي چوڙ جنجال، وي.

ايڏون اوڏون آواز جو هُليا، سر تي آڪر سارا جُهليا-
هادي والڙا حال، وي.

توپي وانگر ٿب ڳئي مَين، ساري سب پَروڙ پئي مين-
"سَچُو" دست وڪال، وي.

## ڪافي ۹۷

عشق ڪَرے اَل اَلان... مَيڏي دانيان، وے.

عاشق اِينوين قِرن اُداسي، جيوِين باغ بنا بُلبُلان...
مَيڏي دانيان، وے.

تيغ عشق دي تيز تکيري، قتل ڪَرے ڪُل ڪُلان...
مَيڏي دانيان، وے.

طرف محبوبان دے مُشتاقان دي، پوندي وَڃے چُل چُلان...
مَيڏي دانيان، وے.

محبت تَيڏي مشهور هوئي، هوڳئي هُل هُلان...
مَيڏي دانيان، وے.

سِر سُولي تے سالڪ سَرهے، غازي ڪرن غُل غُلان...
مَيڏي دانيان، وے.

اِهے آرانيے عاشقان نُون پانوِين، مُول نہ جاڻين مُلان...
مَيڏي دانيان، وے.

گلا غيبت خار ملامت، سر غازيان گُل گُلان...
مَيڏي دانيان، وے.

صاف ”سچيڏنا“ عشق دا مَشرب، پول نہ پئے ڪنهن پُلان...
مَيڏي دانيان، وے.

## ڪافي ٩٨

پُتلے دے وچ ڳالھیان، یار کریندا کیھیان کیھیان!
سے عجب جیھان!

تَند تَھین دي دست سجڻ دے، سَو کریندا چالیان.
آپ ھلیندا آپ چلیندا، رنگ ڏیکِن رنگ والیان.
کنھان پُتلیان نُون خرقہ ڏیندا، کنھان نُون ساڙیان شالیان.
کئي ٻولیان آپ ٻولیندا، ھک ھویان ھڻ تالیان.
بَن بازیگر ناچ نچیندا، کڏان نہ ھوندیان خالیان.
پُتلے اُٿون نام "سَچُو" تر، باتیان کرین پَرجھالیان.

## ڪافي ٩٩

عشق کَنون قاضیا، مین پیرین پایان چیریان.

ھٹ بزارین ڳلي ڳلي وچ، ڦوکے ڏیوان ڦیریان.
عشق والیان نُون روشن ھوھان، اِھے راتیان اَنڌیریان.
عشق دیان ھوندیان سٹو سنیّان، اِھے ڳالھہ اَویریان.
جان جسم دیان ڏوھین جماعتان، ٿٹي اَن ٿئي اَن مَین تیریان.
فوجان حُسن دیان سِر "سَچُو" دے، اَوَ چڑھیان سر سیریان.

## ڪافي ١٠٠

سر اساڈے سانوڻ، مَيڈي دانيان وے!
کهيا لحاظ لوڪان دا اسان نُون-

سردي تمنا چوڙ ڪراهڻ، عشق دي بات الاوَڻ.
آپ سهي ڪر حال 'حلاج' دا، سر مَيدان ستاوَڻ.
سانگے ست ڪر، ڪم ڪِنهان دا، ڈيڪ اجل ڈهون آوڻ.
عشق صادق 'منصور' دا هيئي، بازي گم بناوڻ.
سر ميدان دے جے تُون مُڙنديئين، هيئي آپ لڇاوڻ.
"سَچُو" سارا ئي مشڪل بازي، عاشق نام سڈاوڻ.

## ڪافي ١٠١

"اسان هيٺُون، يار، اسان هيٺُون،
يار!" اِها ڳالهہ سُپريان دي.

عالم اڳُون ڳالهہ باطن دي، نَهين ڪَرڻ اِظهار.
ڪِيُون تُون پچديَئين، ڪنهن ڪَنُون؟ اول ٿِيوِين هُشيار!
"سَچُو" وچ سَچ دے ڪِيتا، "انا الحَق" اِقرار.

## ڪافي ١٠٢

ڪَل اِهين ڪَل پَئي... مَيڏي دانيان وے -
صورت مُورت هڪا چاتم.

سمع بصر وچون، وے ميان، سِرّ اِهين دے، وو-
اِها جو اٽڪل پَئي... مَيڏي دانيان، وے.
دم الف نُون، وے ميان، آدم ڪِيتا، وو-
اِها عجائب آل پَئي... مَيڏي دانيان وے.
ظاهر ڏيکڻ، وے ميان، غير الله دے، وو-
جهوڪ ڪَنون جهل پَئي... مَيڏي دانيان، وو.

سوئي چوڙڻ، وے ميان، نهين مناسب، وو-
ڳالهہ جوئي ڳل پَئي... مَيڏي دانيان، وے.

نال يقينے، وے ميان، صحي "سَچُو" دي، وو-
ايڏاهين آهل پئي... مَيڏي دانيان، وے.

## ڪافي ١٠٣

ڪٹے وے عشق تُون چايا هيئين!
هُڻ اَک ڪِسے دا نپايا هيئِين!

ڪيهے ڪيهے ڪم ڪَريندئين! مُشتاقان نُون مَوت مَريندئين-
سُولي تے مَنصور چڑهيندئين، "انا الحَق" الايا هيئِين.

تَيڏي جاءِ مڪان نہ ڪوئي، لامَڪاني سير ڪِتوئي-
حيرت وچ اے دل گهتيوئي، ڪس بَحري ڪَر اڏايا هيئِين؟

ڪِٹان رانجهو هير سڏايوئي، ڪٹان ليليٰ نام ترايوئي؛
مجنون هوڪے پوش چڑهايوئي، انگ پيوت رَمايا هيئِين.

"سَچُو" ٹِيوِن مِسڪين نماٹے، الله تُساڪُون مَين گهر آٹے!
تَيڏے جت ڪِٹ تاٹے پاٹے، شاهنشاه سڏايا هيئِين.

## ڪافي ۱۰۴

مَوليٰ مَوليٰ، رے، ويکو سب مَوليٰ!

"خَلق الاشياءَ وَ هُوَ عَينُها"، تي ڳالهہ اِهين دا ڳولا.
خلق الاِنسانَ عَليٰ صُورتِهِ"... ڀَن مِڙيوئي ڀولا.
"مَن عَرف نَفسَہ فَـقد عَرف رَبہ"، رمز اِهين دا رولا.
"الانسَان سِرّي وَ انا سِرّہ"، ساڙ "سَچُو" اِهو چولا.

## ڪافي ۱۰۵

آپے شاهہ آپ گدا، آپے امير الامراء.

آپے ڌيءَ آپے پَيُو، آپے پُتر آپے ماءُ.
آپے زال آپے مُڙس، آپے پيرُ آپے پراءُ.
آپے مَوج آپے لهر، آپے حُباب تے آپے درياء.
آپے ترتي آپے ڪرسي، آپے "سَچُو" سَير سَماءُ.

## ڪافي ١٠٦

اَلحَق الحَق هُو الحَق هُو، مالڪ المُلڪ بي گمان هُوا.

هَڻ ظاهر ڪيسا يار هُوا، اِس دم دم وچ ديدار هُوا؛
اِينوين آيسائي آسرار هُوا، اِينوين سرّي سرّ انسان هُوا.

اُس جا تَون اِس جا آيا هي، اُس لعلي رنگ بنايا هي؛
اوئي سڀ وچ شاهہ سمايا هي، هَر شاهہ گدا حَيران هُوا.

سُڻ حيرت وچ حيراني هي، اي مُشڪل نا آساني هي؛
مَيڏا جان جُتا سڀ جاني هي، اِس صورت وچ سيران هُوا.

جَيڪُون اِس مَي دي مَخموري هي، تِس درجا پايا منصُوري هي؛
چڙهہ چوٽ چلاوي سر سُوري هي، اِهو مَردان دا مَيدان هُوا.

اُهو يار ٻيٺا گلذاري وچ، اهو سير ڪري سنساري وچ؛
اوئي باز چلي بازاري وچ، اُوئي لاشڪ لامڪان هُا.

ڪَهين مذهب دي اي راه نهين، "وَهُوَ" ڪِس ڪُون آگاه نهين؛
"بن ڪام فَنا في الله نَهين"، اِهو مُرشد دا فرمان هُوا.

هو مرد اَوين صف مَردان وچ، سِرّ سارا پاوين مَيدان وچ؛
اَء گوءِ مارين اِس چوگان وچ، اِهو دين، اِهو ايمان هُوا.

تُون "اَناالحَق" نعرا ڪَر، "وَ هُوَ" ناز دا نقارا ڪَر؛
پچے اپڻا نُور نظارا ڪَر، اے سُولي دا سامان هُوا.

او ڪتلے ڏينهن گدائي وچ، وت هووين يار جدائي وچ.
هُڻ اَوين خاص خدائي وچ، اوئي سارا جگ سُلطان هُوا.

ڪڏان شمع ڪڏان پروانہ هوا، ڪڏان دام ڪڏان وت دانہ هُوا؛
ڪڏان دانا ڪڏان ديوانہ هوا، اِهو برهے دا بيان هُوا.

هے مُرشد خواجہ عَبدالحَق، نَهين عَبد اُهو هے حَق الحَق؛
هے دونون جَگ سون لاتعلق، ميرا پير بَحر عرفان هُوا.

هے نام "سَچُو" دا ذاتي وچ، هے سارا جسم صفاتي وچ؛
اُهو چُپسي نا دن راتي وچ، اِهو اِس اُس ڪا طوفان هُوا.

## ڪافي ١٠٧

پينگ ٻوڙين دا اِهو ناهين، شوري ڪيف شرابي هے.

سِرِّ ڪنون ٿِيا اهو سِرِّ پيدا، اے تا ڳالھ ڪتابي هے.
نا اهو خاڪي نا اهو بادي، آگي نا اهو آبي هے.
اور تا هے گوياء، سُچاڻو! اے پي هڪ عجابي هے.
عاشق آهستہ نَهين وَيندا، شاهي شوق شتابي هے.
مَين ڪنون پچو ڳالھ سيائي، برھ سارا بيتابي هے.
عُشاقان تے مُشتاقان نُون، عشق اجهل اربابي هے.
"سَچُو" صبر اِتاهين ڪَرڻا... نا تہ وچ خَلق خرابي هے.

## ڪافي ١٠٨

آکڻ مُشڪل هيئي، ڳالهيان يار ديان، ميان.

"صَمّ بُڪمّ" سالڪ آها، قرب والے ڪيئي.
بار برھ دا ڪَهين نہ چاتا، فال آدم سر پيئي.
ظاهر ڪرڻ واجب ناهين، "سَچُو" رمزان سيئي.

## ڪافي ١٠٩

پُڇدا عشق نَهين پوشاڪي... هاريا، ڇوڙ اِها هوشناڪي.

اِبا" ڪِيتي ڪُل عشق ڪنون، يارو عرش ڪرسي اَفلاڪي؛
اهو بار برهہ دا چايا، خاص ويچارے خاڪي.

العشق نارُ يَحتَرق" اِهو هيئي سڀ هلاڪي؛
نيست نماڻي جے ٿيوِن، يار آتان اوطاقي.

جَت جَموت دي جاءِ نَهين، ڪَئي ڪامل ڪَرن قزاقي؛
سڪ سندان نال نہ ٿيوے، محبت نهين مزاقي؛

علم پڙهايُس عالم ڪُون، ميان، برهہ بچايُس باقي،
برهہ تِنهان ڪُون بَخشِش ڪيٺس، جے مست هوون ميشاقي.

اِهين فڪر ڪنون جے فارغ هوئے، تِنهان تے طمطراقي.
"سَچيڏنے" ڪُون مَے دے مٺون، سُرڪ چڪائي ساقي.

## ڪافي ١١٠

هڪ مَين نهين، جاني تُون هين... ڏوجها رمز چليندا ڪَون؟

ڏو ڏو ڏڪڙ نال تماشي، ڏوجها طبل وچيندا ڪَون؟
عاشق بڪرا معشوق ڪسائي، ڏوجها ذبح ڪَريندا ڪَون؟
تسبيح ڦردي مَن نَهين ڦردا، ڏوجها مڻڪا ڦريندا ڪَون؟
حَسن حُسين شهادت پائي، ڏوجها قتل ڪَريندا ڪَون؟
"سَچُو" هي مسڪين الله دا، ڏوجها رام رِجهيندا ڪَون؟

## ڪافي ١١١

نہ ڪوئي مَين نہ ڪوئي تَين، ٿِيون گم اِتان بي دم

نہ قُرب نہ ڪوئي بعد نہ ڪوئي هجر نہ ڪوئي جَمّ.
نہ ورد نہ ڪوئي درد، نہ ڪوئي هم اتان غم.
نہ جسم نہ ڪوئي جان، نہ ڪوئي دم اتان دم.
نہ بُت نہ ڪائي رَت، نہ ماس نہ ڪوئي چم.
نہ غير نہ ڪوئي وير، هرجا هوئي هَم.
آهو آندر آهو ٻاهر طالب ٿيوِن اِتان تَم.
"سَچُو" سٽ وچُون اي هَستي، آتاهون غير هووي رم.

## ڪافي ۱۱۲

مستانہ ڪيون ماريوئي، وو مولٰي، ميان چڱا ڪيتوئي.

شاهہ مَنصُور نُون دار چڙهايوئي، شمس الحق دي گل ڪلايوئي-
مِيان چڱا ڪيتوئي.

عاشق نون عشرت سر ڏيوڻ دي، محبوبان نون ڪار کُھڻ دي سڪايوئي-
مِيان چڱا ڪيتوئي.

"سَچُو" کُون آپڻے کول بلهاڪے، بيخودي دا جام پلايوئي-
مِيان چڱا ڪيتوئي.

## ڪافي ۱۱۳

ڪيها شڪ گمان، دانيان وے... سڀ ڪهين صورت سَير تُساڏا.

لڪ پوشاڪان ڪَرڪے عاشق، ڪِيتوئي همہ حيران.
شاهہ منصور دا سِر ڪپايوئي، مَلهہ ڪڙا مَيدان.
او پيي ٿون هين اے پيي ٿون هِين، آپ ڪَرين آرمان.
ملان ٿي ڪَر ڏيوين فتويٰ، آپ ٿيوين قربان.
"سَچُو" هويا نام تُساڏا، ڪَريندئين آپ بيان.

## ڪافي ۱۱۴

جهگ مَگ جهگڑا عشق مَچايا، عشق الانبا لايا هے.

سُولي تے منصور چڑهايوئي، جنهن "اناالحق" الايا هے.
فِڪل نال فرعون ٻوڑايوئي، جنهن الله رب سڏايا هے.
آدم دے وچ آدم پيدا، آدم وچ سمايا هے.
تَيڏے قصے دا انت نہ ڪوئي، شاهنشاه سڏايا هے.
عشق تُساڏے انبہ لايا، دونهان روز ڏکايا هے.
ٿون طبيب هَئين مَن مَيڏے دا، ڏے ٻِڪي تَن لايا هے.
"مَين" وچون "مَين" پَيدا هوئي، اے جگ "مَين" آپايا هے.
ڪوئي هووے جو مُلين ڪُون مارے، "سَچُو" سَچ الايا هے.

## ڪافي ۱۱۵

حق ٿِيا اِثبات جڏان، تَڏان گم هويا اِهو دعويدار.

ٿي مَنصور ڪَريسان هڪ دن، "اناالحق" اِظهار.
عَين ڪيتے ٿون اِتان گذارين، لهہ ڳئي گرد غُبار.
زنگ لٿا ظُلماتي والا، ذاتي نُور هويا نروار.
لنگهہ ڳئے جو ڏينهن خزان دے، ڪليا باغ بسنت بهار.
پول بنا هڻ حق سڄاتا، "سَچُو" سارا سڀ سنسار.

## ڪافي ١١٦

مَوجان ڪيئي لک گونا گون، ٻيلي، اوَ تڪيران پيّان.

ڏيک احوال اساڈا سارا، ٻيج ڳيان سب سنيّان.
دين دُنيا ڪنُون ٻاهر پئيان، شَرم حَيا ڪنون ڳئيان.
"سَچُو" دے سِر سانوڻ وانگون، نينهن ديان نديان نيّان.

## ڪافي ١١٧

آتش عشق دي انبوهہ ڪِيتا، چڻگان ٻاهر پيان، وو.
اَگ دا شعلہ ويک ڪَراهڻ، ٻيج ڳيان سب سنيّان، وو.
اڏريا آتش عشق آرانيا، ڏوڙيان تابش تيّان، وو.
متا عشق مَيڏي دل اتے، رمزان ڪِيتيان ريّان، وو.
باهہ برهہ دي ڀڙڪا ڪيتا، آپے دل تي ڏيّان، وو.
لڳيان قناطان "سَچُو" سَچ ديان، آ نيٽان تے نيّان، وو.

## ڪافي ١١٨

يڪ دن ايهي، يڪ دن ايهي، تان تان، مولا، تا نہ رهي.

خاڪ مِٽي دا بُتڙا بَنايوئي، وچ پکي پرڏيهي.
پاڻي پيندا داڻا چُڳدا، ذات نہ ڄاڻان ڪيهي ڪيهي.
ڪُل اِهين دي ڪل نہ ڪائي، سمجھ اسان ڪُل پيئي پيئي.
هي جڳ سارا خواب نشاني، سمجھ "سَچُو" تُون ايهي ايهي.

## ڪافي ١١٩

ٻول پکي پرديسيئڙا، وي، تُون ڪهڙے ديسون آوَندئين؟

منهن وچ مُرلي پيرين گهنگهرو، ڳلي ڳلي وو وڄاوَندئين.
اُتون آيا هَين پيرون ننگڙا، اِتان پادر پاوَندئين.
جڏان تُون آيون ٻوندي محل وِڃ، تڏان ڪِيا ڪجھ ڪاوَندئين؟
چڏان تُون آيون ٻالاپڻ وچ، هر ڪِسي نُون پياوَندئين.
جڏان تُون آيون مدد گهر وچ، وعده نت پُل جاوندئين.
"لالہ!" "موهن!" لڄ نَهين آوندي، ذره نَهين شرماوندئين!
"سَچُو" ذات صفات دے اندر، سهجون آو سَماوندئين.

## ڪافي ١٢٠

ڪيون تُون آپ لڪيندا، سائين... ڪيون تُون آپ ڇُپيندا، وے.

طرحين طرح هڪائي ٻولي، آدم وچ آليندا، وے.
نوعان نَوع تماشا ڪِيتا، اوران چال چلينداً، وے.
آپے "انا الحق" آليندا، سُولي آپ سَليندا، وے.
هرڪنهن مظهر ظاهر هوسين، رنگان وچ رليندا، وے.
"سَچُو" دے وچ تُون هِين سائين، سارا سِرّ سِلِيندا، وے.

## ڪافي ١٢١

آپے سَير ڪريندا، موليٰ،
آپے سَير ڪريندا، وو.

جوڙ تماشا مل ڪر دلبر، ڇھ چپ نال چَلينداً، موليٰ.
هر ڪنهن صورت هر ڪنهن ٻولي، عَينُون عَين آليندا، مَوليٰ.
"سَچُو" سچ اِهوئي هيئي، ٻول ٻئي نہ ٻُلينداً، موليٰ.

## ڪافي ١٢٢

بُت اهوئي ضايع ٿيسي... اول آخر پانوٽا.

ضايع ڪنون اڳ مايہ ٿيوين، "اناالحق" الاوٽا.
مَستان دا نام نصيب هيوئي، پچهے اڳے هڪ چاٽٽا.
عشق لهر دم جِتان ماريا، غير نہ اُتان آٽٽا.
خاڪي اُتے نظر نہ آٽين، آپٽا سر سُجاٽٽا.
صوفي هوڪَر صافي پاوين، گهَرا گرد اڏاوٽا.
"سَچّل" سُولي اُتے جاوين، جے تُون درسَن پاوٽا.

## ڪافي ١٢٣

گم هوئيان مين مُدغم هوئيان، اِهين سُهٽے دے وچ گم هوئيان.

خاڪي جسم وچ مين تا نهين هان، اصل ڪنون مين تا دم هوئيان.
لامَڪاني سَير اساڏا، هر جا حاضر هَم هوئيان.
الله وچون بَنده بٹيا، اِهين ڳالهين پُر غم هوئيان.
جيڏے ڪيڏے اهو آها، جاڻ "سَچّل" آتَم هوئيان.

## ڪافي ١٢٤

جاني سو تيڏا جمال،

ڪيها ڪيها هوندا!

ذرے هوندا شَڪر شِيرين، ذرے زهر زوال.
ذرے آندا خوش آسائون، ذرے جيءُ جنجال.
ڏيکڻ دے وچ جوئي آندا، هيئي سو خيال.
سڻ "سَچّل" يار مَينون جو ڪيتا، اهِين دے نِينهن نهال.

## ڪافي ١٢٥

ساڏے ويڙهے وَسدا يار، وے!

"وَ هُوَ مَعَڪُم" اِها اِشارت، دور نَهين دلدار، وے.
آندر هِڪو باهر هِڪو، صُورت لَک هَزار، وے.
آپے لِک لِڪوتي ڦردا، آپ هويا اِظهار، وے.
جيڏے تيڏے سُهڻے دا هے، "سَچّل" سڀ سِينگار، وے.

## ڪافي ١٢٦

ڏيکين يار تَماشا لايا... جے ڪُجھ هووے حال، وو.

حَيرت وچ هميشہ هووين، ڪُل چوڙين قِيل مَقال، وو.
خاص خيال اِهين دے باجھون، جيوڻ اِٿ جَنجال، وو.
"مُوتُوا قَبل اَن تَمُوتُوا" باجھون مَرڻ مَحال، وو.
دين ڪُفر ڪنون مَنزل چاوين، هووے ئي خاص خيال، وو.
ٺيڏائي وچون ڏون ٺي ڏيکين... غلط هے ئي آ مثال، وو.
"سَچّل" ڪَنون زهد چُڙائين، بَخشين اِهو احوال، وو.

## ڪافي ١٢٧

مَتان ڪَهين لارے لڳين، وو لڳين، هے بازے بازيگر دي، ميان!

ڪم اَسي عاشق اها، ڳالھ اصُل دي اڳين، وو اڳين.
اے سب هے ني قِرتيان ڦاهيان، تار طلب دے تڳين، وو تَڳين.
تڏان ٿيسين ڪنار يار دے، جڏان پول اِهے سب پڳين، وو پڳين.
عاشق هوڪر ٿي ديوانہ، مار بره ديان ڪڳين، وو ڪڳين.
سِر "سَچّل" دے آ ڪراهڻ، ميان، نينهن دي نوبت وڳين، وو وڳين.

## ڪافي ١٢٨

اِٿ نَهين وو ڪِٿ نَهين، اِيهو يار جو آليندا آليندا.

عبرت ويکو يار دي، ڪيهي چال هے چَليندا چليندا.
آپ ڪُون دلبر آپ ڪَنون، ڪس واسطے پليندا پُليندا.
گوشے گهن ڪر ڪڏان روندا، ڪڏان هم نال هَسيندا هَسيندا.
ڪڏان نٿوا ڪَڏان پَڳتا، ڪڏان بازي يار بٽيندا بٽيندا.
رانجهو هير تے ليليٰ مجنون، سوين نام سڏيندا سڏيندا.
ڪجري هو ڪے صُرت والي، گڙا "سَچُو" ناچ نچيندا نچيندا.

## ڪافي ١٢٩

مَيـن ناهيان، مَيـن ناهيان،

قسم سچے صاحب دي.

"آهيان" وچُون "ناهيان" ٿيندين، "ناهيان" وچُون "آهيان".
طلسم نقش نقاش پچاٹين، ويکو رنگ اِلاهيان.
غوطے دے وچ غوطا مارن، ڪيئي ڪج ڪلاهيان.
اِهين ڪوچے وچ سٹو سَنيّان، گم هويان بادشاهيان.
شاهـ محمود دا مال لٹيونے، "سَچّل" سچ سپاهيان.

## ڪافي ١٣٠

مُرغ خيال دا، سڻو سَنيان، پائون پرے نہ تردا.

جاءِ نَهين، آشيان نہ تَنهن دا، هيرڪ نَهين ڪس گهر دا.
جاءِ نہ ڪائي جمعيت تنهن ڪون، ڪردا ڪام گذر دا.
زنده ذوق هميشہ هوندا، ڪڏان مُول نہ مردا.
لهر جهين وچون آڏريا آيا، بحري شوق بحر دا!
قڙڪڻ نال ڏيندا سو ڦيريان، چوٽ برابر چڙهدا.
آپ اوئي اختيار والا هے، ڪس مَڪان نہ ڪڙدا.
هُوا هَوا دے وچ وچ پوندا، ناهين خط خبر دا.
"سَچَل" رنگ نہ روپ تهين دا، نا امڪان نظر دا.

## ڪافي ١٣١

مَنين ڪوئي نہ اساڏي ڳالهہ... اِهو افسوس اسائون رهندا!

دشت بَلا ڏے آسان جو وَيندے، ڪوئي نہ چلدا نال.
ڪڏان دي آسان ڏيکدے آندے، دردمندان دي چال.
مَرڻ جيوڻ تے آوَڻ جاوَڻ... پووين نہ اِهين خيال.
ڏيندئين صلاحان لوڪان نون ڪيهيان؟ "سَچِل" تُون آپ سَنيال!

## ڪافي ١٣٢

خود هے آهوئي خود هے، نَهين اور ڪوئي الیندا.

طرحون طرح تماشا آپٹا جو آپ ڪريندا،
منصور هوڪے ويکو سُولي اپر چڑهيندا.

عاشق ٿيوے آپ تے ڏيک حُسن آپٹي ڪُون،
نعرا "انالحق" دا وچ بيخودي مريندا.

ڪي وصل ڪيا هجر وچ آپے جو آپ هوندا،
وَت عشق دے النبے آسمان پر اڏيندا.

ميکون قسم مصحف دي هوئي قسم هادي دي،
نَهين دوسرا ٻي ڪوئي اوئي ڏيکدا سٹيندا.

موسيٰ، فرعون هِڪو اِهو ٻول ڪوئي رکيا هے،
اهو سب ڪَهين صُورت وچ ٻوليان لکين ٻوليندا.

ڪافر مؤمن آهوئي، اون وچ نَهين تفاوت،
سودا سَلف تَهين وچ آپے جو آپ ڪَريندا.

عالم ٿي چڑهـ منبر تے واعظي رعظ سٹاوے،
مُلان ٻي هو مَسيت وچ بانگان بُلند ڏيندا.

لشڪر پـچُون تے لاڪے آپ بادشـاهـ سڏاوے،
وَت خِرقہ پهرآوندا درويش آپ سَـڏيـندا.

هر ڪوئي آکے مُيڪُون " اِهو جِسم جان گم ڪر"،
گم ڪَنون پچي تہ آپے آهو خود خدا لهيندا.

عبرت رهي اسان ڪُن اهوئي سُخن بجا هے،
هے جسم جان اهوئي ڪُڙے حَرف بڻيندا.

جان جسم چاڻ ڪنهن دا کهڑے طرفان جو آيا،
آپ ڪُون جو آپ بڻايُس ڪس واسطے پلينـدا.

جنگ وجدال آهوئي، اوئي صلاحيت وچ،
بيرنگ وچ رنگان دے، ايهے چاليان چَلينـدا.

"سَچُو" تُون ڪِٿ نَهين، هے آندر باهر آهوئي،
بد نيڪ اوئي ڪريندا، تُون آپ ڪِيون ڳڻيندا.

## ڪافي ١٣٣

خدا ڪَس جا نَهين ڇُپدا، الله جڳ لوڪ سارا هي،
نہ ڪوچي نا ڳلي ڇُپدا، الله جڳ لوڪ سارا هي.

ڀَهرجائي ڀي حاضر هي، اندر ٻاهر ڀي ناظر هي،
اکين ڪولو تہ ظاهر هي، الله جڳ لوڪ سارا هي.

ڪَهان دعوت ڪِي درويشي، ڪَهان دردون سي دلريشي،
ڪَهان رکدا هي بدڪيشي، الله جڳ لوڪ سارا هي.

ڪَهان لک ورد پڑهدا هي، ڪت اپڻي نال لڑدا هي،
ڪَهان خونناب ڪردا هي، الله جڳ لوڪ سارا هي.

ڪَهان بازيگران بازي، ڪَهان مَيدان دا غازي،
ڪَهان مُفتي ڪَهان قاضي، الله جڳ لوڪ سارا هي.

ڪَهان دلقي گداگر هي، ڪَهان پيري مجاور هي،
ڪَهان سُلطان سرور هي، الله جڳ لوڪ سارا هي.

ڪَهان ڪَر دبدبي لشڪر، پڪڑ دي زور هَر ڪشور،
ڪَهان احمد ڪَهان حيدر، الله جڳ لوڪ سارا هي.

ڪَهان هے شان شاهي ڪا، ڪَهان درجہ سپاهي ڪا،
تَماشا خوش اِلاهي ڪا، الله جڳ لوڪ سارا هے.

ڪَهان"هُوهُو" ڪَرِيندا هے، ڪَهان نعرّا مَرِيندا هے،
ڪَهان سُلي چڙهيندا هے، الله جڳ لوڪ سارا هے.

ڪَهان ڪَرتا هے بيداري، ڪَهان ڪَرتا هے لڪ زاري،
ڪَهان چلتا هے خمّاري، الله جڳ لوڪ سارا هے.

ڪَهان هے عبده سارا، ڪَهان اسڪندر و دارا،
ڪَهان "اَنَا احمدي" نعرا، الله جڳ لوڪ سارا هے.

ڪَهان اوئي پنت ڪے اولے، لڪين لڪ ٻوليان ٻولے،
پِڳے سپ غير دے پولے، الله جڳ لوڪ سارا هے.

ڪَهان مَست و موالي هے، ڪَهان هَر ڪِس دا والي هے،
ڪَهان "سَچُو" سَوالي هے، الله جڳ لوڪ سارا هے.

## ڪافي ۱۳۴

دل اپڻي سنڀال، تَيڏا عشق ڪِٿ لڳا!

دين ڪُفر تے ڪُل مذاهب، هيئي سو سارا ٺڳا.
سروپا ٺي اگهاڙا، ورهہ سارا هے وڳا.
"وَنحن اقرب" سُڻ "سَچُو" ميان، هيئي سون ڪُون لڳا.

## ڪافي ١٣٥

”مَين“ اٿ ڳئي، وو، اٿ ڳئي... اِهو شاهہ جو ٻوليندا.

آپے سُخن آپڻے، آهو سوين طرح سليندا.
آپڻي صورت سُهڻي وَتدا، وت آپ ڪُون ڏڪيندا.
عاشق ٿيوے آپ تے، آپے عين اڙيندا.
ڪِٿ مُريد محبت والا، ڪِٿ سو پِير بڻيندا.
لک مظاهر جوڙ ڪے، اِت ”سَچُو“ نانءُ سڏيندا.

## ڪافي ١٣٦

ڪيهي ڪيهي ساڏے نال، لنوُن وے سجڻ“ چا لايوئي!
درد مندان دي دلڙي دلبر، هَنس هَنس ڪَر لٽ جا يوئي!

دامن لڳڙي نُون ڇڏ جاوَڻ، نَهين مناسب تَنيون،
ڏيک ڪے ميريان بديان، مَين ڪَنُون ڪِيوُن دل چا يوئي؟

عشق ڪي تلوار، اے يار، هوئي تيرے هاٿ ۾-
سَبز، رنگين، زهردار، عاشقان تے پڙڪايوئي.

جلوه حُسن ويک ڪے، هوش سُون بيهوش هون،
جا بَجا سڻ، وي ميان، آها چير چا چمڪايوئي.

مَين جو تيري هو رهي، تُجهہ بِن ڪوئي اور نَهين،
بات فَنا فِي الله ڪي، ”سَچّل“ ڪُون سَمجهايوئي.

## ڪافي ١٣٧

عاشق يار دمامان ماريا، ٿيا " اناالحق" اِظهار.

شمس طلوع جڏان وَت ڪيتا، تاريڪي ڪون تنهن وت نيتا ـ
گم ٿيا وو سارا سارا.

عشق جڏان آفتاب اُڀاريا، ليڪا چوڪا ڪُل وساريا-
ڳڻي لک شمارا شمارا.

خاڪي وچون ٿيا حق ظاهر، جيها اندر تيها باهر- سيو
نُور نظارا نظارا. مَوج

حلاج دي سِر چرهہ آئي، تڏان نوبت نيهن وڄائي-
ڪِيتس قرب قرار قرار.

"سَچُو" سَچ لڪاوڻ ناهين، اے تا سِرّ ڇپاوَڻ ناهين-
شاهي سارا نظارا نظارا.

## ڪافي ١٣٨

پَڪُڙا، ٿون سَنياڻين آپ ڳوڙهے ڪَنون بچالين!

ڏڪئے سڪئے ڏينهڙے، وچ آڪيرے جالين.
داڻے ڪارڻ سَنگ تے، ڪِٿن آپ ڪُون ڳالِين؟
جے مَين ڪَنُون پُڇين ڳالهڙي، تا اوڏاهون نا پالين.
"سَچُو" حَرف جو حِر صين والے، آپ ڪَنُون سے والين.

## ڪافي ١٣٩

قاضيا، ڪيهي مسئلے ڪَريندئين؟ عشق شرع ڪيا لڳے لڳے.
...وو ميان قاضيا؟

دوزخ بهشت دے ڏے نہ دڙ ڪے، پَو اسان ڪَنون پَڳے پَڳے.
...وو ميان قاضيا؟

باب برهہ دا ڪوئي نہ پڙهدئين، ڪاغذ لکدئين بَڳے بَڳے-
...وو ميان قاضيا؟

مُلان دي دوڙ مَسيتين تائين، عشق دي منزل اڳے اڳے-
...وو ميان قاضيا؟

"سَچُو" هے مسڪين نماڻا، توهہ تَيڏے نال تَڳے تڳے.
...و ميان قاضيا؟

## ڪافي ١٤٠

اڪيان جو ڪوئي ڪولے، نَهين سو دلبر اولي.

ڪَون ڏڪيندا ڪَون سڻيندا، ڪَون زبانُون پولے؟
"خَلق الانسَان عَلىٰ صُورتِه"، پن بئے سب پولے.
سُولي اُتے سَهسين چڙهيے، شاهہ ڪيئي اِهين شعلے.
ذاتين دے وچ ظاهر هويا، يڪ ڪِيتا ڪيها يولے!
ڪِس ڪيتے، سڻ "سَچيڏنا"، چاڪ ڪريندئين چولے!

## ڪافي ۱۴۱

اکیاں کول تماشا ویکِین... صاحب صورت ساري هے.

ایڈوں اڈوں آهوئي دلبر، چوطرف چوڈاري هے.
ڪٿ بلبل ڪٿے گلگل، ڪٿے باغ بهاري هے.
ڪٿے "بسملہ" پڑهدا چُلدا، ڪٿے خاص خماري هے.
ڪٿے گوشے گهن کر بیٹا، ڪٿے شاهہ شڪاري هے.
ڪٿے ورد دوزانُو ڪیتا، ڪٿے سَیل سُواري هے.
ڪٿے مؤمن ڪٿے ڪافر، ڪٿے آپ پساري هے.
ڪٿے شیخ مشائخ، ڪٿے حافظ ڪاتِب قاري هے.
ڪٿے مُغ برهمڻ، ڪٿے ظاهر ذوق زناري هے.
ڪٿے دلق درویشي پهرے، ڪٿے پَٽ پُهاري هے.
ڪٿے مست مَوالي ڦردا، ڪٿے چورنگ چاري هے.
ڪٿے تخت تَڪبُّر ڪردا، ڪٿے پاڪ پیناري هے.
ڪٿے لِڪ لڪوٽي ڦردا، ڪٿے مُشڪ مَشاري هے.
ڪٿے چَندِ سِتارے اوجل، ڪٿے سج سُونهاري هے.
ڪٿے هرڪائي ٻولي ٻولے، ڪٿے گونگ گذاري هے.
ڪٿے سُنّي، ڪٿے شِیعًا، ڪٿے سرت سَچاري هے.
ڪِٿ معشوق تے عاشق ڪٿے، ڪٿے ناز نظاري هے.
ڪٿے "اناالحَق" دم مریندا، ڪٿے زیاده زاري هے.
اوئي حڪم هلیندا حاڪم، اوئي هر ڪل داري هے.
اوئي ناچ نچیندا ناچُو، اوئي ڪیل ڪیلاري هے.

اوئي ڳاوے اوئي وَڄاوے، اوئے سنک سيکاري هے.
اوئي خاک مَليندا مُنهن کُون، اوئي عطر عطاري هے.
اوئي خاک قلندر ٻهندا، اوئي وچ هنباري هے.
اوئي دانهِي اوئي کُوکِي، اوئي مير مهاري هے.
اوئي لَنڙيا دور تڙيندا، اوئي کام کهاري هے.
اوئي لَڙدا اوئي وڙهدا، اوئي اَهو صَلحاري هے.
اوئي کَعبہ اوئي بت خانہ، اوئي سنگ ديواري هے.
آپے گهوٺ آپے ڇڄ اوئي، آپے سَر ناري هے.
آپے احمد آپ علي هے، آپے قُرب قراري هے.
آپے عبدالحق ڏِسيندا، آپے نُور نياري هے.
آپے اندر آپے ٻاهر... اے، او سب ڏيکاري هے.
هر کائي مشکل اَهين دي هيئي، عَين اوئي اَنواري هے.
کِتے کِيوين، کِتے کِيوين، مَيڏا مُحب مکاري هے.
جِيوين چيٽ هووے هک نانوين، تنهن سِر کئي گلکاري هے.
هک داڻے وچون سبزه برگان، لَڙ، ميوه، لک ٿاري هے.
اَصل مٽي، پڇے نانءُ رچاندي، نانوان دي نرواري هے.
اَصَل کماند تهين وچون پيدا، کيئي ميٺ ميٺاري هے.
جِيون قند اَتے کنڊ مصري، کئي لک نانءُ ليکاري هے.
سون وچون سو زيور ٿهندے، هَر کنهن نانءُ اَجاري هے.
اوئي "سَچُو" سَچ ٻوليندا، اوئي سَبد سنواري هے.

## ڪافي ١٤٢

ڪِيتي تَيڏي دوري بے قراري... بے قراري تيڏي دوري ڪيتي.

بے قراري دي ڪَهن نُون هوئي، ڳالهہ سمجهڻ ساري.
غَيِن دا نُقطہ گم ٿيا هُڻ، عَيـن ڪِيتي اِظهاري.
لڪ چالے وچ شهہ دا هويا، هو هو حُسن هَزاري.
خودي وچُون بے خودي آئي، بُت ڪنون بيزاري.
جان دي گردش ڪيهي ڪريندئين، هوش نيندا هوشياري.
بَقا باقي دي آپے بَخشئيس، "سچو" ڪُون سرداري.

## ڪافي ١٤٣

جَنهن ٻيلے وچ پَيا، ٻيا ڪُل جَناوَر پَـج ڳيا.

اڳُون شير پـچُون ڦيڪاري، سارا جهنگ سٹا رهيا.
سٹڑ نال گروڙ تَهين دي، ٻيا سَيو بے وَطن ٿيا.
هيڪو شير ايٿا هين ٽِڪسي، رهسي اِٿان ڪونہ ٻيا.
اِٿان اور دي باس نہ رهندي، جِٿان شير مَڪان ڪيا.
"سَچُو" دا ڪوئي وَس نہ هويا، نينهن نسنگ نِروار نيا.

## ڪافي ١۴۴

رڪڻا سو ايڪ خيال، وے ٿن سَمجه سَمجه ٻُڌ پاوين.

خيال خودي سَٽ جان جَلاوين، بے خودي پاوين ٻوجه،
درد دما وين هستي چترا چاوين، تَڌان اَسئي هٿ حال، وے.

دل دريا ديان ڪئي لک لهريان، بے پايان گونا گون،
جِنهان وي اِهين وچ غوطہ ماريا، چُڪ پئي ٻي قِيل مَقال، وے.

عشق آتانبر ڪُل آڌارے، رهي نہ رسم نہ ريت،
مَلامت مُولِ اسي گهر پاوين، ڪَرسئي بِرهہ بَحال، وے.

هَٿ اَتے پنڌ پير نہ چلڻا، اکيان ڪَنين مت ناهہ،
سمجه صفاتي هر ٻول پُڇائين، هيئي سو ڳالهہ مَحال، وے.

"سَچُو" اے دم هو حق رهڻا، وَيسي وسر وصال، وے،
حال تے قال ڪِسے نَهين هووڻا، نا ڪوئي امر اعمال، وے

## ڪافي ١٤٥

قيمت دي وچ ڪِيوين اَيون؟ وَڃ پُڇو بے قيمت ڪُون!

آپے چايوئي بار بِرهہ دا، زهر ڪيتوئي چا شربت ڪُون.
مَين اِتان حيران جو رهيان، مور چا ڪيتوئي پوپٽ ڪون.
جے تون چاهين بادشاهہ ٿيوان، تَرڪ ڏيون چا ٿربت ڪُون.
"سچل" سائين سچ تون ويکين، غَرق ڪرين چا غُربت ڪُون.
هے حباب تے آب "سَچُو" ٿِيا، بعد ڄاتوئي ڪِيوين غُربت ڪُون؟

## ڪافي ١٤٦

ڪَهين تے نہ يارو، اهو اساڏا اعتبار!

جهڙيان ڳالهيان چوکيان چوکيان، ٿيوسے تَنهن تَون پَچ بيزار.
چاڻ رهيوسے نال يَقينے، اِهو سَڀ هے گرد غُبار.
اِهين ڳالهون جڏان تڏان، ويسُون تخت هزار.
لوڪان وچُون ڪوئي هڪ چَيسي، بِرهے والا بار.
"سَچُو" شُبَہ شڪ پَنيوسے، "لاسَيف اِلا ذوالفقار."

## ڪافي ١٤٧

آهين پير مُغان دے پيالے، مے مست من ڪِتوسے.

ڏوهين جهان وسرڳيوسے، آهين خمر دے خيالے.
لاٿے حجاب هِڪواري، آهين پيالے هادي والے.
سردي سُرڪي ڪيتے اسان تون، ٻئے معاف ڪُل ڪشالے.
سر اساڏے تَون لهه پئي لوري، اِهين جڳ دے سبِ جنجالے.
سرها ڪِيتا ساهه "سَچُو" دا، آهين ناز پرئے دے نالے.

## ڪافي ١٤٨

واه ٻاروچي ٻولي! هووان گهولي گهولي!

"اَنَاالحق" منصور الايا، ڪيتِس حشرتے هولي.
"من خدا" عطار الايا، چُل پَئي اِها چولي.
"خود خدا هون" اکيا قلندر، راهه لڌيُس اِها سولي.
عشق "بُلے" دے سردے اتے، تيغ اجل دي تولي.
"سَچُو" نال سدا سڪ هووے، عشق واليان دي ٽولي.

## ڪافي ١٤٩

عشق والي تڪبير هڪائي، ڪيهيان ٻيان تڪبيران!

جيهے تيهے نُون برهہ نہ پُڇدا، سارے عشق اَميران.
ڪاهہ پوون پروانے واڱڻ، نينهن نہ نال نظيران.
چشمان چاون مزگان مارن، چوٽ چلاون تيران.
" اَلفَقرُ فَخري وَالفَقرُ مِنّي "، بخشش حال فقيران.
" سَچُو " نينهن دي نيل آسان ڪُون، ڪيها زور نجيران؟

## ڪافي ١٥٠

ڪِيتم آپ قياس، وو هاريا، ڪيتُم آپ قياس!

جوئي چوندڙ، سُڻندڙ سوئي، سيڪنهن صورت آپ اُهوئي.
رهندا شڪ گمان نہ ڪوئي ... ڪِيتُس لڪ لباس.

جائي مُورت، صورت سائي، نقش نقاش دي رمز اهائي،
لڪ چوراسي هِڪّا وائي. ... وائي وائي واس.

سِرّ اِهين دي سڌ تِنهان نُون، هوسي اِهو احوال جِنهان نُون،
ڪيهي خبر خُيال ٻنهان نُون! ... نهين سو تول تپاس.

سمجهہ " سَچُو " تُن ڳالهہ اِهائي، اندر باهر هِڪّا وائي،
وحدت دے وچ ٻوڙ ٻيائي، خودي ڪنُون ٿي خلاص.

## ڪافي ١٥١

جاڳ جاڳ جِند جانيا، ڀَلا جيئڙا !... هيئي نِنڊ اَجائي!

جائي نِنڊ هے نال صُحبت دے ، سائي نند سَجائي.
"فَاذ ڪُر وُني اَذ ڪرڪم"، يارو، اِهين ويساهہ وجائي.
جائي نِنڊ هے نال غفَلَت دے، سائي نِند اَجائي.
دم حَياتي يار "سَچُو" دي، بِرهہ بِنان بيجائي.

## ڪافي ١٥٢

اِهين ميدان وچ ڪيوين، جو سُولي سر سلايا هے،
محض منصور محبت ۾، "اَناالحق" وو الايا هے.

اول آخر اِهو هوڪا، ڳلي وچ شَهہ گھمايا هے،
اِسي هِڪ رنگ اپڻي ۾، ويکو هر رنگ لايا هے.

سَهي ڪر هر ڪنهين شے وچ، سارا صاحب سمايا هے،
جو ترڪے نام شمسالحق، جُثا سارا جلايا هے.

اَسي ڪے واسطے مالڪ، اِسي گھر ۾ جو آيا هے،
اَسي نے پُتلے پر آپے، جو "سَچُو" نانءُ ترايا هے.

## ڪافي ۱۵۳

ڪَران اسرار مَين ظاهر، هے وچ حيرت دے حيراني:
نہ ڪائي جوڙ جسماني، رهي ڪِٿ شَڪل انساني؟

عجائب بحر وچ پيوسے، جسم تے جان تون ڳيوسے،
لهر خود آپ هڻ ٿيوسے، ٿئي سڀ موج نوراني.

سڻو منصور دي سرسي، نہ سولي ٿون ڪڏان ڏرسي،
برهہ دي بوند سر برسي، جسم ڪَنُون ٿيا فنا فاني.

"اناالحق" دا ماريس نعرا، ٿيا هس جسم سو پارا،
پڙهيس اسرار حق سارا، ڪيتس جند جان قرباني.

نظر ڪوئي غير نا آندا، دگر دم ڪُون نهين پاندا،
هے اپڻے نال لنوڻ لاندا، ٿيا خود روّح روحاني.

سمجهہ "انّاالِيہ" اِشارت، هوئي عبرت، هَمہ حيرت،
جيهي وحدت تيهي ڪثرت، "سَچل" هے سِرِّ سُبحاني!

## ڪافي ۱۵۴

رنگان رنگ وچ يار پيارے، عجب جيها رنگ لايا هے؟
اُتوڙي سَنيّان، جهمر مارون، اقِ سارا ڪم سجايا هے!
لک لک ڦيريان دلبر ڏيندا، ناچُو ناچ نچايا هے.
بيرنگي اِهين رنگ دے اندر، "سَچُو" آپ رلايا هے.

## ڪافي ١٥٥

جو مَين محبوب بيصورت، بهر مظهر ڏکيندے هون،
اِهين دے تا عجب جيهے، سُخن چيدے سڻيندے هون.

وَظائف ورد ڪِٽ چوڙيم ، هادي هِڪ ڳالهہ سمجهائي-
”نہ خود کُون غير حق جاڻيـن،“ اِهين چاڙهي چڙهيندے هون.

نہ دم کُون لهر ڪائي جاڻين، نہ غم وچ غير ڪوئي آڻين-
اِهو درياء هے ساڳي، نہ ويڳي وچ ٻُڙيندے هون.

ڪڏان منصور آهاسے، ڪڏان سَرمد سڏاياسے؛
ڪڏان سنڌي، ڪڏان هندي، اهے ڪيڏان ڪِڏيندے هون.

ڪڏان صاحب سيلاني هے، ڪڏان نينهن دي نِشاني هے،
جِتان پُر درد دل ميري، اُتان ”سَچُ“ سڏيندے هون.

## ڪافي ١٥٦

عشق عقل دي نَهين نَهين،

سڻ وے قاضيا!

مَسئلے واليان ڳالهين چوڙين، اڳن آسان نا ٻهين ٻهين.
وَس آساڏا ڪوئي نَهين هے، نال آسان ڪيُون ڪهين ڪهين.
عشق اسائون علم تُسائون، نال اسان ڪِيوين ٿهين ٿهين؟
صاف دليان دے ڪيئي هوسن، پوُر پَرائے ڪَهين ڪَهين.
عاشق هوکر "سَچُو" سائين، سوز سَجڻ دا سَهين سَهين.

## ڪافي ١٥٧

ڪِيا ٿيا اڄ ڪِيا ٿيا، وے سَئيو، آسان نُون اَڄ ڪِيا ٿيا؟

دين ڪُفر ڪنون منزل چاٺم، عسق آسان نُون جو ليا، وے.
پَهلے ست سرير آساڏا ، ناز نيٽيان دے ناگهہ نيا، وے.
زهر پيالا مَستي والا، ساقي آسان نُون آڻ ديا، وے.
"مُوتُوا قبل آن تَمُو تُوا"، مويا هوا تا قير جيّا، وے.
جنهن دے ڪاڻ هاسے بيراڳي، "سَچُو" سوئي تون اُپ هِين پيا، وے.

## ڪافي

مَين تا تَيڏڙي آهي، وے پنهل سائين!

سارے شهر پنيور دي، نال مَيڏے نا ناهي.
پُني پنهل دے پرت وچُون، رو رو تيسان راهي.
هے هے، مَيڏے حال دي، هووي اُتان اگاهي!
ڏونگر ڏيسن ڏک دي ساري، گولي دي تہ گواهي.
تن تنهائي جان تے آئي، اوهي نہ ڪوئي واهي.
نال "سَچل" دے، سانول سائين، سِگهڙا ميل اِلاهي!

"سچل لغت"
جي ترتيب موجب
اکري پٽي

الف ب ٻ ڀ ت
ٿ ٽ ث ٺ پ
ج ڄ ڃ چ ح خ
د ڌ ڏ ڊ ذ
ر ز س ش ص ض
ط ظ ع غ ف ڦ ق
ڪ ک گ ڳ گھ
ل م ن و
ه ي

## الــف

آبُ: پِهائڻ، پُسائڻ، آلو ڪرڻ، پاڻي ڏيڻ.
آتش: باهه، آڳ.
آتَڻُ: اَيتَ ڪتڻ جي جاءِ، گهر.
آپُ: پاڻ، خود.
آجائي: موڪَ، ڇوٽڪارو، رهائي، آزادي.
آجڙِي: اَجڙوال، ٻڪرار، مسڪين، غريب.
آجَ: صلاح، پيشڪش.
آچِيو: لاڳاپو، ڳانڍاپو، تعلق.
آديسُ: سنياسين جو سلام، نَمسڪار، نياز.
آديسي: فقيرن جو قسم، زاهد.
آڌَرُ: آڌار، ڏڍَ، آسرو، ٽيڪ، ڀروسو.
آڌُوتُ: / آڌُوتِي: جنهن دنيوي خواهشون ڊوڙي ڦٽي ڪيون هجن) سنياسي، ساڌو، جوڳي، تارڪ، ويراڳي.
آرُ: چاهه، پيار، آنگل، ناز.
آرُ: آرو، ٽانيو، چَڪَر (نار) جو هڪ پروز.
آرانيو: اُماڙي، چُوانتي.
آڙاهُ: باهه جو وڏو پنيٺ، وڏو مچ.
آزَرُ: حضرت ابراهيم خليل الله عليه السلام جي پيءُ جو نالو، جو بت تراش ۽ بت فروش هو.
آستانُ: آستانو، جاءِ، هنڌ.
آسِرو: اميد، ڀروسو، ڏڍَ.

آسَروَندُ: آساوند، آسائو.
آسمانُ: آڪاس، اُڀَ، اَنبرَ.
آسَڻُ: بيٺڪ، جاءِ، گهر.
آشُفتو: پريشان، ديوانو.
آغوشُ: ڀاڪر.
آفات: آفتون، مصيبتون، تڪليفون.
آڪَرُ: مکڻ جو نِڪمو ڀاڱو، جو رجائڻ بعد (گِهه مان) جدا ٿئي.
آکيا: چيو، بيان ڪيو.
آگَ: آڳ، باهه.
آگاهُ: خبردار، واقف، ڄاڻو.
آگاهِي: خبر، سُڌ.
آگمُ: جهڙ، بادل.
آگهه: خبر، سڌ، ڏسو 'آگاهي'.
آڳَ: آگ، باهه.
آنڌِي: آنڌاري، جهڪَ، اوندهه ڪنڌڙ مٽيءَ جو طوفان، اکين اڳيان اوندهه.
آنهُ: کوهه يرسان حوض جنهن مان چوپايو مال پاڻي پيئي.
آنَ: ميتا، حڪم، فرمان.
آوُڙَڻُ: آئڙڻ، پسند پوڻ.
آويڪڻُ: اڇي ڏسڻ، هلي ڏسڻ.
آهو: هرڻ، مِرگهه.
آهيڙُو: / آهيڙِي: شڪاري، صَياد.

آئي: آوي، نِهائين (ڪنير جي).
اَبتر: بدتر، خراب.
اَبدُ: اهو وقت، جنهن کي پڇاڙي يا آخرت نہ هجي. ضد 'ازل'.
اِبليسُ: شيطان. هن جو اصل نالو عازازيل هو، ۽ معلم الملڪوت هو. جڏهن خدا جي حڪم جي نافرماني ڪيائين يعني آدم کي سجدو نہ ڪيائين، تڏهن کان "ابليس" لقب مليس.
اَبرُ: ڪڪر، بادل.
اِبراهم اَدهَم: ابراهم بن ادهم هڪ مشهور بزرگ ۽ صوفي ٿي گذريو آهي. بلخ جو حڪمران هو. هڪ عبرتناڪ خواب ڏسي، فقير ٿيو ۽ خدا جي راهہ تي هلڻ لڳو، جنهنڪري سندس دل الاهي نُور سان منور ٿي ويئي.
اَبروُ: ڀرون.
اَبياضُ: بياض، دفتر.
اَبيچَندُ: سنڌي جو وينڊل سونارو، جنهن تي سرمد جو راض هو. ڏسو 'سرمد'.
اُپاڻڪو: اُداس، سڪايل، غمگين.
اُپاڻون: اندر جا اُدما، جذبو، سِڪ.
اَپُ: آسمان، آڪاس.
اَپو: سنڌ جو مٿيون پاڳو. ضد 'لمو'.
اَپوڳُ: بيشمار، بي انت، آٿيو، خشڪ، بي جسو.
اُتاءُ: مٿان، آتان.
اُتاٿون: چيائون.
اُتانبرَ: وهم، شڪ، گمان، وَسوَسو.
اَٽڪَ: روڪ، رنڊڪ، رڪاوٽ.
اَٽيجَ: ميڙ (ڪڪرن جا)، اهڃاڻ، نشان.

اثباتُ: اقرار، تصديق، ض 'نفي'. ڏسو 'لا'
اُپٽڻُ: کُلڻ، واٽکو ٿيڻ.
اَپارَ: گهٽا، جهجها، آٿاهَ.
اَپرُ: گهٽو، جهجهو، اٿاهَ.
اُپرڻُ: غالب پوڻ، مٿي ٿيڻ.
اُجارڻُ: صفا ڪرڻ، سنوارڻ، چلڪائڻ، روشن ڪرڻ، اُجالڻ.
اجرُ: اُجورو، انعام، ثواب، عيوضو.
اَجڙ دارَ: ٻڪريون ڊاريندڙ، مالدار.
اجڙ وارَ: اجڙوال، ٻڪرار.
اَجَلُ: موت، ڪالُ.
اَجوڳُ: نامناسب،غيرواجبي،اجايو،بيجا.
اَجهاپو: آجهاپو، آجهي جي جاءِ، آجهو، پونگي، گهر.
اجهاڳُ: بيحساب، بيشمار، اَڪٿ، اٿاهه.
اَجهالُ: آجهَل، بنان جهَلَ جي، اَڻ جَهل.
اُجهائڻُ: وِسائڻ، گل ڪرڻ، ٺڏو ڪرڻ، مائو ڪرڻ.
اَجَهلُ: اڻ جهل، اَڻ ٽر، ڏسو 'اجهال'.
اَچانڪَ: اوچتو، هڪدم.
اُچائِي: ڏاڍ، ظلم، آزار.
اَچَ: پاڻيءَ جي آچَ واري پڪڙيل ايراضي، وحدت.
اُچنگارَ: اوچنگار، روئڻ جي دانهن.
اَحَدُ: هڪڙو، واحد، اڪيلو، يگانو، خدا تعاليٰ.
اَحَديَتَ: هيڪڙائي، يَڪتائي، وحدانيت.
اَخفيَ: پوشيده، ڳجهو، دل جي لطيفن مان پويون. ڏسو 'لطيفا'.
اُداسُ: غمگين، بي قرار.
اُديسُ: پرديس، ڌاري جوءِ، ڌاريو ملڪ.
اُديسُ: بي قرار.
اَڌَرُ: ڏڍ، آسرو، ٽيڪ، ڀروسو.
اَڌوبَندُ: چيلهہ کان ڳچيءَ تائين چادر، لانگوٽيو فقير.

اَڏين: پَروَس، لاچار، مسڪين، محتاج.
اَڏِي: ڪائيءَ جو نُڪر جنهن تي گاهه، گوشت، ميڇي وغيره وڍجي.
ارادتَ: ارادو، خواهش، مرضي.
اَرتو: ڳاڙهو، رَتائون.
اَرزان: سستو، سهانگو. ضد 'گِران'.
اَرضُ: زمين، ڌرتي، پٽ. ضد. 'سَما'.
اَرو: وڪڙ، پيچ.
اُربري: وڏيڪ اورتي، اوڏڙو، وڏيڪ ويجهو.
اَڙٻنگُ: بي پرواه، اَرڏو، جانٺو (جوان).
اَژدَر: وڏو نانگ، اَجگر.
اَزَلي: اهو جنهن کي آد يا شروعات نه هجي، ازل کان، اصل کان، شروعات کان. ضد 'ابدي'. ڏسو 'ابد'.
اُساٽُ: سخت اُڃ، تاسَ، خُشڪي.
اُساريا: ٺاهيو، تعمير ڪيو.
استغفرُالله: خدا کان معافي گهران ٿو.
اسرارُ: ڀيدَ، راز، ڳجهه.
اَسُورُ: بي سَورُ، بي سَورو، بي درد.
اَسيرُ: قيدي، باندي.
اشڪار: شڪار.
اَشڪال: شڪليون، صورتون.
اشنانُ: سَنانَ، وهنجڻ.
اُصُولي: اصول تي ٻڌل، متي تي ٻڌل.
اصيلَ: ٻُنائتو، بنيادي.
اطلَسُ: ريشمي ڪپڙي جو قسم.
اعرابَ: زير، زبر، پيش، مدّ وغيره، لاڪنائون.
اُڪارڻُ: پار پهچائڻ.
اُڪائڻُ: روانو ڪرڻ، موڪلڻ، ختم ڪرڻ.
اُڪَندَ: اُڪير، سِڪ.
اَڪيچارَ: بيشمار، بي انداز، ٻي انت، اڪٿ.
اُڪيرُ: اُڪند، سِڪ.
اَڪَٿَ: بيشمار.

اَگلو: گدلو، خراب.
اڳاهُون: اڳيرو، اڳتي، اڳيان.
اڳنان: اڳتي، آئينده.
اُلاَسڙا: بِرهه جا آلا، اندر جي سِڪ.
اَلَ اَمانَ: پناه (يا ربَّ)!.
اَلِ انسانُ: اَلانسان سِرّي وَاَناسِرهٗ. (حديث) انسان منهنجو ڳجهه آهي ۽ مان ان جو ڳجهه آهيان.
اِلاَّالله: (ع) سواءِ الله جي (ڪلمي طيبَ جو اثباتي ڀاڱو). ڏسو 'لا'.
اَلانَ ڪَمَاڪانَ (ع): هاڻي ائين جيئن اڳي هو.
اَلاڻِيي: اولاڻيي، چوانتي، چُوچڙي، اماڙي، ڇيـي، شعلو.
الله توهار: الله تنهنجي آسري، تَوڪل بر خدا.
اَلاوڻُ: چوڻ، ڳالهائڻ.
اَلفقرُ: اَلفقرُ فَخرِي والفَقرُ مِنّي. (حديث) فقيري منهنجو فخر آهي ۽ فقيري مون منجهان آهي.
اَلبيلو: اَربيلو، لاڏلو، دادلو.
اَلحالُ: في الحال، هينئر، هن وقت.
اَلتوئِي: ڳجهو، رکيوئي، لڪايَئي. ضد 'سَلتوئي'.
اَلستُ: اَلَستُ بِرَبِّڪُم. (قرآن) ڇا، نه آهيان مان اوهان جو رب؟ (الله تعاليٰ روحن کي چيو).
اَلغرضايُون: بي پرواهيون، ڪَن لاٿارَ، ڪَن ٿار.
اُلڪو: اولاڪو، فڪر، انتظار، ڳڻتي، غم.
اَلڪُ: خدا.
اُلو: باهه جو شعلو، چڻنگ.
اُلوٽُ: نشي ۾ چور، مست، مگن.
اُلولَ: ناز، نخرو، آڪڙ، تانءَ، عيش، سُک، موج، اَلوآلان.

**اِلهامُ:** اِلقا، مَنَ واڻي، اها ڳالهہ جا خدا جي طرفان دل ۾ وڌي وڃي.

**اُلهَڻُ:** سج جو لهڻ.

**اُليان:** اُلرون، جَلهَون، جذبا، جوشَ.

**اَمانَتَ:** ڪنهن جي شيءِ کي پنهنجي سنڀال هيٺ رکڻ، ڌروهر. ضد 'خيانت'.

**اَمثالَ:** مثال، داستان.

**اَمرُ:** لازوال، دائمي.

**اُمراءُ:** اَميرَ، وڏا ماڻهو، سردار.

**اَمرَتَ:** آب حيات، حياتي بخشيندڙ.

**املاڪَ:** ملڪيت، دولت، مال.

**اَمواجَ:** لهرون.

**اُميٽَ:** پَلٽ، پالوٽَ، گهٽائي.

**اَنا اَحمَدُ:** ع. اَنا اَحمَدَ بِلامِيم. (حديث) آءٌ احمد آهيان 'ميم' کان سواءِ، يعني 'احد'.

**اَنا عَرَب:** (اَنَا عَرَب بِلاعين. (قول الفقراء) مان 'عرب' آهيان سواءِ 'ع' جي. يعني 'رب'.

**اناالحَقُ:** "مان خود حق آهيان" منصور حلاج جو محويت جي وقت نعرو.

**اَنبوهُ:** ميڙ، گهٽائي، وڏو مچ.

**اَنترَ جَنترُ:** منتر جنتر، جادو.

**اَندامُ:** لِڱ، عضوو.

**اَندوهُ:** غم، ڏک.

**اَند:** بي پرواهي، مغروري، وڏائي، آڪڙ.

**اَنتَرمُکُ:** اندر ۾ جهاتي وجهندڙ.

**اِنسُ:** انسان، آدمي، ماڻهو.

**اَنَهدُ:** اندر جو آواز، مَنَ واڻي.

**اِني اَنَا الله** (القرآن): بيشڪ آءٌ الله آهيان.

**اَٿاسِي:** بيشرم، ناس پٽي کان سواءِ.

**اَٿَڪَ:** ککرن جي ڪاراڻ جا پٽا.

**اَٿميو:** بي انداز، بيشمار.

**اَواگهہ:** اونهو، عميق.

**اوپارو:** نارَ جي لَٽِ ۾ کَتل ڪائي.

**اوتارو:** جاءِ، اوطاق، مڪان.

**اَوتَڙُ:** اٿاٿو، گهيرَ، تَڙَ کان پري.

**اوڏَڻُ:** هارڻ، پَلٽڻ، ليٽائڻ (تاڻءُ).

**اوٽَ:** اولو، پردو، پنا.

**اوٽ:** ويڙهہ، لَپيٽِ، پَيچَ، ٿوڙِ، ڊاهِہ.

**اوٿارُ:** پُورَ، خيالَ.

**اوٺارُ:** اوٺِي، جَتَ، قاصد.

**اوجاڳو:** ننڊ نہ ڪرڻ جي حالت.

**اوجَرُ:** روشني.

**اَوديا:** بي علمي، جهالت، اَڻڄاڻائي.

**اوڍَڻُ:** ڍَڪڻ، پهرڻ، پائڻ (ڪپڙا).

**اَور:** بيو.

**اوراتو:** روڄَ، راڙو، پِٽڪو، ماتم، غم، ڳڻتي، مصيبت.

**اوراپو:** اوڙاپو، ڏوراپو، طعنو.

**اورار:** درياءَ جي اورين پَرِ.

**اوراڻو:** اولاڻو، لولي، الڪو، ڳڻتي، فڪر.

**اورَڻُ:** دل جو حال بيان ڪرڻ، حال وَنڊڻ، وِرونهن.

**اوسَٽَ:** سخت اُڃ، تاس، خشڪي.

**اَوسَرَ:** برسات نہ پوڻ جي حالت، سوڪَ، خشڪ سالي.

**اُوسَرَ:** کَلراٺي زمين، غيرآباد زمين، خشڪ يا بُٺُ زمين.

**اوسيڙو:** انتظار، ڳڻتي، فڪر.

**اوڪَارَڻُ:** روڪڻ، جهلڻ، بس ڪرڻ.

**اوڳُڻُ:** عيب، بُرائي.

**اوڳو:** موڳو، مُوڙهل.

**اولا:** گرميءَ جا اُلا. ڏسو 'اُلو'.

**اولارا:** لامارا.

**اولاڪو:** فڪر، الڪو، انتظار، ڳڻتي، غم.

اولانيو: اويالو، ڏوراپو، مهڻو، طعنو.

اولانگهڻ: اورانگهڻ، لنگهي وڃڻ، پار پوڻ.

اُول جنول: آڏنگا، ڏُودستا، اَٽڪهڙيا، اَناڙي، بي سمجهه، مَست.

اَولو: ڏکيو، اَهنجو. ضد. 'سَولو'.

اولو: ڍَڪُ، پردو، پناه، آجهو، آلڪو، فڪر، ڳڻتي.

اَوير: اَويلَ، دير سان، ڪَمَهلو.

اَويڙو: نالائق، بي وَڙو، اَڏنگو.

اوهيرو: وَسَ، وسڪارو.

اوئي: ڪَلِي، مشڪ، پخال.

اَويَل: اوير، دير سان، ڪَمهلو.

اُهڃاڻ: نشان، پَرو، پَتو، ڏَسَ، سبب.

اَهنڪار: هَٺ، غرور، تڪبر، اَيمانَ.

اَيٽ: اَرٽَ، چرخو.

اَياڻو: بي سمجهه، نادان. ضد 'سياڻو'.

ايلاز: منٿون.

## ب

باب: قسمت ۾، حَقَ ۾، باري ۾.

بات: ڳالهه.

بادَلُ: ڪَڪر، ميگهه، اَبر.

بادِي: انسان جي چئن طبعيتن مان هڪ جو نالو.

چار انساني طبيعتون:

1- آتشي 2- خاڪي 3- آبي 4- بادي.

بارانُ: مِينهَن، بارش، برسات.

بارانِي: مينهن تي ٿيندڙ پوک، ڏسو 'باران'.

باري: خالق، خدا.

بازُ: شڪار پکيءَ جو قسم.

'باز' مادي پکي آهي، جنهن جو نَرَ 'جُره' آهي.

باري: کيلَ، راند، تماشو.

باسِ: قبول ڪرڻ.

باشو: هڪ قسم جو شڪاري پکي، باز پکيءَ جو هڪ قسم.

باطِلُ / باطَن: ڪُوڙ، ناحق. ضد 'حق'.

باطُون: آندرَ، ڳجهه، راز. ضد 'ظاهر'.

اندر، ڳجهه، راز.

بافتو: سوني ڪپڙي جو قسم.

بالاَ: مٿانهون، اُوچو.

باندي: قيدياڻي، قيدي.

بانڪو: بهادر، سورهه.

بانوڪِي: لامارو، جهَٽَ.

بانِي: رنگ، ٻولي.

بُتڪدَه: صنم خانو، بت خانو.

بَتِي: تيرن رکڻ جي ڳوٿري.

بَٺ: باهه.

بِجلِي: وِڄلي، وِڄ، کِنوڻ، برق.

بحري باز: 'باز' جو قسم جو بحر (پاڻيءَ) مان مڇي وغيره شڪار ڪري.

بَدراه: ڪَريل، عيدار، خراب راهه تي هلندڙ.

بُخار: ٻاڦَ، جا پاڻي گرم ٿيڻ سان مٿي نڪري.

بُخارِي: بخارا شهر جو امام بخاري، حديث جي مشهور ڪتاب "صحيح بخاريءَ" جو مؤلف.

بَدڪيشِي: بدمذهب، خراب مذهب وارو.

بُراق: اُن گهوڙي جو نالو، جنهن تي حضرت محمد ﷺ جن معراج وقت سوار ٿيا هئا. تمام تکو گهوڙو.

بَرخوردارُ: پُٽ، فرزند، ننڍو، ٻچو، ڪَرسَن.

بَرگُ: پَن، پَتو.

بِرهُ: وِرهه، فراق، جدائي، ڦوڙائو، وڇوڙو.

بَرَهنا: اَگهاڙا.

بزم: مجلس، محفل. ضد 'رزم'.

بَڙڇي: نيزو، ڀالو.

بِساط: چوپڙ راند جو ڪپڙو، شطرنج جو تختو.

بِسطامِي: بسطام شهر جو ويٺل، حضرت بايزيد بسطامي، هڪ وڏو اهل الله هو. وجد ۾ "سبحاني ما اَعظَمَ شاني" (پاڪائي آهي مون کي، ڪيڏو نه آهي منهنجو شان!) چيائين. سندس وفات 874ع ۾ ٿي.

بِسمِلهِ: بسم الله يا بسم الرحمان الرحيم چوڻ.

بَسمي: رکَ، ڇارَ، ڦلهيارَ، خاڪ.

بِسيهر: وِسيهر، بِشيهَل، زهريلي نانگ جو قسم.

بُعد: دُوري، ضد 'قُرب'.

بَقا: هميشه موجود، هميشه رهڻ واري حالت. ضد 'فنا'.

بگر: ڪان سواءِ، سواءِ، بنان.

بِڪلِ: ٻَڪري، گبري، پُراڻا ڪپڙا، پراڻو لباس.

بَلا: تڪليف، مصيبت، ڏک.

بِلالُ: مخدوم بلاول سَمو. هي ٿَلتي (ضلعي دادو) جو ويٺل هو. پنهنجي وقت جو وڏو بزرگ هو. شاهه بيگ ارغون کيس شهيد ڪرايو. سندس مقبرو "باغبان" (ضلعي دادو) ۾ آهي.

بَلي: وهه واهه، خوب!.

بلي: قالُوا بَليٰ (قرآن).
چيائون "هائو" (روحن جواب ڏنو). ڏسو 'الست'.

بِلي: حوالي، لاءِ، واسطي، خاطر.

بُلي: حضرت بلهي شاهه قصور (پنجاب) جو ويٺل هو. صوفي شاعر هو. سندس ڪافيون مشهور آهن. 1757ع ۾ وفات ڪيائين.

بَنُ: جهنگل.

بَندَ: بندشون، ٻَنڌڻ، قيد.

بَندي خانو: قيدخانو، ٽرُنگ، جيل.

بنوري: وَني، ڪنواري ڇوڪري، جوان ڇوڪري.

بود: هستي.

بودلو: ڀورڙو، ڇَرڙيو، ڇاڳلو، لاڏلو.

بهت: جهجهو، جام.

بوزر: مِينهَن جي کَٽِي يا ڦـڙي.

بهيران: ٻهيرون، قطارون.

بي آب: بي عزت، بي مانَ.

بيبا: (سرائڪي زبان ۾) پيار ڀريو لفظ، جو ڪنهن ننڍي سان ڳالهائجي.

بيبان: بَرپَٽ، رڻ پٽ، سَڃ، ويراني.

بيخود: بي هوش، بي حال، مست.

بيد: ويد. هندن جا ڌرمي پستڪ، جي چار آهن:

1 رِگ ويد
2- سامَ ويد
3- يَجَرويد
4- آتَر وَويد.

بيراڳي: ويراڳي فقير.

بيرق: جهنڊو، عَلم.

بيرَنگِي: رنگ ڪان سواءِ، جنهن ۾ ڪو رنگ نه هجي، بي مثل، لاثاني.

بيڪُ: ويس، پوشاڪ، لباس.

بيرُون: ٻاهر.

بَيع: وڪرو، واپار.

بيڪَسُ: بي رفيق، نڌڻڪو، لاچار، عاجز.

بيڪاري: پينو فقير.
بيگانگي: ڌاريائي، غير واقفيت.
بيگانو: ويڳاڻو، ڌاريو، ناآشنا.
بي مُحابو: بي لحاظ، بي مروّت.
بينسر: عورتن جي نڪ جو زيور.
بينو: سوني زيور جو قسم.
بيهودو: بدفضيلتو، واهيات، نالائق.

## ٻ

ٻاٻاڻو: ٻاٻاڻن جو، ڏاڏاڻو، آباڻو.
ٻاٻيهل: پپيهو پکي، سهڻو انسان.
ٻاٽ: آٽي جو ڇاڻ.
ٻاجهون: سواءِ، بنِ.
ٻارڻ: باهه، آگ.
ٻاڦ: ٻاڦورَ، ٻڙڪَ، مَنجهه، راز.
ٻاڪار: داهوڙَ، دانهن، رڙِ.
ٻانڀڻ: هندن جي چئن ذاتين مان اُتم ذات.
1- برهمڻ 2- کتري
3- وَيش 4- شودر.
ٻاڻُ: تير.
ٻاڻي: آواز، بيان، وَچن، گفتگو.
ٻاٽيتالُ: هَل بکيڙو، گوڙ شور.
ٻٽُوڻ: ٻٽوان وار، ڦٽيءَ سان مٿي کيل وارَ.
ٻرُ: ٻرڙ، ٽنگ، سوراخ.
ٻُڙائيو: ٻوليو، ٻول ڪيو، انجام ڪيو.
ٻڙو: شرم، لڄ، شانَ، پناه، داغ، ڇٽو، ٽِڪو.
ٻَڪروال: اهو تيز مينهن، جو اتر اوڀر جي ڪنڊ کان، ڪنوڻِ ۽ گجگوڙ سان اچي وسي.
ٻَن: بَنَ، جهنگل، ٻيلو.
ٻَنڌاڻُ: قول، ٻول، وعدو، انجام، لاڳاپو، تعلق.
ٻوجهه: سمجهه.
ٻوري: ڪاٺ جي وَٽ، جا ٻَنِ مان ٺهي.
ٻولُ: انجام، وعدو، سُخن، گفتگو.
ٻوهَرُ: ٻُهَرَ، ڪِن ڪچرو.
ٻَهه ٻَهه: روشنائي، چمڪاٽ، ٻَهڪو، بهاري.
ٻهڳڻُ: گڻوانَ، خوبين جو مالڪ، عاقل، داناءُ.
ٻَهُون: گهڻو، بيشمار.
ٻِهي: ويهي.
ٻِيائي: دُوئي، دولاب، ڪوٽَ.

## ڀ

ڀاڄائي: ڀاءُ جي زال.
ڀاروني: نارَ جي اها ڪاٺِي، جنهن ۾ لٺ ۽ مُهري جا مٿا ڦِرن.
ڀاڳي: ڀاڳوارو، بختاور.
ڀان: منگتو، مڱڻهار، پينو، ڳائڻو.
ڀانت: / ڀاتَ: قسم، نمونو، ريت، طرح.
ڀانوَڻُ: ڀانئڻ، پسند ڪرڻ.
ڀاڻو: ڀاڻ، ماڳ، جاءِ.
ڀاڻي: وٽي، سونهي. ڏسو 'ڀانوَڻ'.
ڀِڀُوت: خاڪ، رک، ڇار.
ڀِت: طرح، ريت.
ڀَتارُ: مڙس، ورَ، ڪانڌ.
ڀَتارو: پيارو، سَدورو، هت اشارو 'اُٿ' ڏانهن.
ڀَرُ: آڌار، ٽيڪ، ڏِڍَ، وَسيلو.
ڀَلُ: ڀلو، فصل جو مَڇڻ، تمام سٺو گاهه.
ڀُلَ: ڇُڪ، غلطي، گمراهي.
ڀَلينديان: ڏسن ٿيون، نهارين ٿيون، ڳولين ٿيون.

ڀَنِ: ڀَڃ، ٽوڙ.

ڀَن: وڏو ڇار (مڇيءَ ڦاسائڻ لاءِ)، رڇ.

ڀَنيڙ: ڀڀڙ، ڀنڀٽ، تيز باھ جو وڏو مچ.

ڀَنيانُ: ڀنيولجڻ، موھجڻ، مست ٿيڻ.

ڀَنڊڪي: ڀنڊي، ڦڪڙي، خواري.

ڀِني: وِھاڻي، پرڀات، پرھ ڦٽي، ڏِڪي، فَجر.

ڀوتارُ: مالڪ، سائين، معزز.

ڀورو: ڪٽڪ رنگو. 'اٺ' ڏانھن اشارو.

ڀوساگرُ: خوفناڪ سمنڊ، سنسار رُوپي ساگر يعني ھي جھان.

ڀوڳُ: مزو، لطف.

ڀوڳڻُ: ماڻڻ، سَھڻ، برداشت ڪرڻ. ڏسو 'ڀوڳ'.

ڀوڳِي: مزي ماڻڻ وارا، نفساني خيالن وارا، عياش.

ڀولَ: ڀُل، چڪ، غلطي، گمراھي.

ڀولي: ڀولا، وسوسا، سنسا. ڏسو 'ڀُل'.

ڀونڪي: جھُوپو، جھوڙي، جھُڳو، منھي، ڇَنو.

ڀيٽ: زيارت ڪر.

ڀيڄ ڀِني: پرھ ڦٽي، پرڀات. ڏسو 'ڀِني'.

ڀيدُ: راز، ڳجھہ، نمونو.

ڀير: ڦيرَ، ڦيرو، چڪر، نمونو، وَر، وَڪڙ.

ڀينگَ: اُجاڙَ، ويراني، سُڃَ.

ڀيٽِي: جاءِ، سگھہ، طاقت.

## ت

تات: سنڀال، يادگيري.

تارَ: يادگيري، تانگھہ.

تاراجُ: تباھ، برباد، ناس.

تارڪ: دنيا کي ترڪ ڪندڙ، تياڳي.

تاروئـڙا: پاڻيءَ تي ترندڙ جيتن جو قسم.

تاريڪَ: اوندھہ.

تاريڪي: اونداھي، انڌيرو.

تازي: عربي گھوڙو.

تاسُفُ: افسوس، ارمان، ڏک.

تالَ: ڪھڏَ، چالاڪي، ناز نخرو.

تانگھو: ننڍو پاڻي. ضد 'تار'.

تاوڻُ: ڇٽي، ٽوٽو، ڇيھو، نقصان.

تَپش: گرمي، بيقراري.

تَجريدَ: اڪيلائي، خَلق، ڪان علحدگي.

تَجَلُ: خيرپور ۾ ھڪ ڳوٺ.

تَجلو: چمڪو، روشني.

تَحَتُ: جَھَنم، دوزخ، پاتالَ.

تَدبِيرَ: ڪوشش، اُپاءِ، تدارڪ.

تر: ذرو.

ترازُو: تارازي، تارازيءَ جو ھڪ پڙ، وَٽ، تورو.

تَرازو: ھيڙيءَ جو قسم، تيزرو ننڍي ھيڙي.

تَرازُو: ساھمي، تارازي.

تَرائِي: ھيٺاھين زمين (جتي پاڻي بيھي)، جبل جي ھيٺاھينءَ وٽ وارو ڀاڱو.

تَرياءَ: خبرچار، سڌ سماءُ.

تِرياقُ: ھڪ مرڪب دوا جو نالو، جا زھر جي ھر قسم کي زائل ڪري، زھر مُھرو.

تَريچو: ترَ جو، ويجھيءَ ڇڪَ جو، قريبي جُوءِ جو، ساڳيءَ ويڙھ ۾ رھندڙ.

تَسبِيحَ: داڻن واري مالھا (جنھن تي خدا جو ذڪر ڪجي)، سمَرڻي، مالا.

تَسلاتِ: تَسڪي، دلجاءِ، خاطري.

تَصديعَ: تڪليف، آزار.

تعزير: سزا.

تعظِيمُون: مانَ، عزت.

تعمِيرَ: آڏاوت، بناوت.

تفرِيدَ: اڪيلائي، تنهائي، خلوت.

تُفنگُ: بندوق.

تَقليدَ: پيروي، پولڳي.

تقويٰ: پرهيز گاري، زهد، عبادت.

تَڪبيرَ: نماز ۾ 'الله اڪبر' چوڻ، تڪبير وجهڻ، ڪُهڻ.

تُڪو: بنان چهنب تيرَ.

تَڪيو: فقيراڻو آستانَ، ڪَنيا، ماڳ، ديرو، جاءِ.

تَلُ: ترائي، هيناهين زمين (جتي پاڻي بيهي).

تُل: برابر، مَٽَ.

تَلافي: تدارڪ، پورائو.

تَلقِينَ: تعليم، سِکيا، هدايت.

تلڪُ: نِرڙ تي ٽِڪو، نشانَ (جو اڪثر هندو عورتون نرڙ وچ تي هڻنديون آهن).

تَلوِينَ: رنگارنگي ڪرڻ، طَنب جيَ

تَلهارُ: هڪ مرض جو نالو.

تَمُ: ڏسو 'ترني'.

تَماچو: پورو، ختم.

تَمڪِينَ: چمات، ٺَٺِ، لَپاٽ.

تُنبِيَ: عزت، مانَ، مربتو.

وڄائڻ جو هڪ ساز، ڪِشتي (جنهن ۾ فقير پنَ وٺن) جو قسم.

تَٿَڻُ: ڇڪڻ، جَرَڻ.

تونگُ: گهٽي حد، گهٽو مفاصلو.

توهَمُ: وَهم ۾ وجهڻ.

توهُ: مهرباني، فضل، راضپو.

تَهَبارُون: تَهوارون، ذرا ذرا، پُرزا پُرزا، ليڙون، ريڙون.

تُهمَتَ: بُهتان، الزام.

تياڳِي: تارڪ، لاطمع، ويراڳي.

تيجَ: تيک، جوش.

تيجارا: روشن، چمڪندڙ.

تيرُيون: ڪاريون.

تَپشَ: تاس (اڄ جي)، اُساٽَ.

تيغَ: ترار.

## ٿ

ٿاڪُ: ٿاڻو، ماڳ، جاءِ، هنڌ، بيٺڪ، جُوءِ، مال جي چرڻ جو هنڌ.

ٿاڪيا: ترسيا، ٿَڪ پَٽيو، منزل ڪئي، ڏاڍو ڪيو.

ٿانهر: ٿانيڪو، هَٽيڪو، هڪ هنڌ.

ٿانيڪو: 'ٿانهر'، هٽيڪو، ٿانيڪو، هڪ هنڌ.

ٿاڻو: ٿاڪَ، ماڳَ، جُوءِ، ٿانَ، ٿاڻَ.

ٿرُ: بَرَ، پوٺو، برپٽ، خشڪ زمين، ٿرپارڪر ضلعي جو واريا سو حصو.

ٿري: مَلائي، کير جي ٿرَ.

ٿَريچو: ٿَرَ جو رهاڪو، ٿَري.

ٿلو / ٿلهو: ڍير، ڍڳ.

ٿمُ: گَڏَ، هڪ هنڌ، هَٽيڪو.

ٿَنبُ: ٿنيو، ٿوٽي، مَني.

ٿورياٽي: شڪارڻ، ٻاليشاهي، هڪ گهٽ ذات جو قسم.

ٿوڪَ: ڪاڄ، چيزَ، وَسٿو.

ٿوهو: اُٺ جي پٺيءَ جو گڪَ.

ٿوهَرَ: هڪ وچولي قد جي وڻ جو قسم.

ٿيلهيو: لتاڙيو، پنڌ ڪيو، ڏِڪيو، هَلايو.

## ٽ

ٽاٽُ: ياڄ.

ٺارو: لَئي جي وڻ جي ٺاري، ڇنيپو.
ٺامَر: لام، ٺاري.
ٺَٺُ: ڀَڄڻ.
ٺِڪاڻو: هندن جو پوتر هنڌ، ٺِڪاڻو، ماڳ، مڪانُ.
ٺِڪُٽُ: جوڳين جي ڏيان جو چڪر، جو پيشانيءَ مٿان آهي.
ٺوڪَ: ٺُٺول، ڇتَر.
ٺولُ: شيءِ، چيز، وَستو، وَٿَ.
ٺولاڪا: رولاڪا، ڏک، ڏاڪڙا، تڪليفون.
ٺُونڊيُون: لُوليُون لَڱڙيون، هٿن ڪان جڏيون، بيڊوليُون.
ٺونڪَرَ: ٺورو ڏَک.
ٺهَلَ: چاڪر، خدمت، شيوا.
ٺهَڻُ: ڇِرڪڻ، ٺاهَ اچڻ، ڊڇڻ.
ٺِيلو: پهاڙِي، ٺَڪري.

## ٿ

ٿاٿُ: راڳ جو درميانو آواز.
ٿَلو / ٿَلهو: خالي، سکڻو، بيڪار، واندو.

## ث

ثوابُ: اَجر، نيڪ عوض، نيڪ ڪم جو بدلو، پُنَ، پُڄَ. ضد 'عذاب'.

## پ

پابوڙو: پيهَڻ جو پن، پيهڻ جي ڏوڏي يا ٽڪي.
پاٺُ: ڳائڻ وڄائڻ وارو پينو فقير.
پاڇي: پاڇي، نوڪر، غلام، ٻانهو.
پارانيو: پارايو، پيغام، نياپو، سنيهو.
پارَس: پٿر جو قسم، جو لوهه کي لڳي ته ان کي سونُ ڪري.
پارڪُو: پرڪيندڙ، ڇاڻندڙ، ڏاهو.
پارڻُ: پاڙڻ، پورو ڪرڻ.
پارو: سردي، ٿَڌ.
پازيبُ: ضاعفن جي پيرن جو زيور.
پاڪي: پاڪيزگي، پرهيزگاري، پاڪائي.
پاندُ: پَلاند، دامن، جهولي، پاندَر.
پانڌي: پانڌيڙو، راهي، مسافر، خابرو.
پانورُ: پائر، ٿر ملڪ جو هڪ ياڱو. ٿر ٽن ياڱن ۾ ورهايل آهي:
1- ڪاٺر: اتر وارو ياڱو
2- پائر: ڏکڻ وارو ياڱو
3- ڊِٽَ: وچ وارو ياڱو
پاهانُ: پوئتي پيل، مسڪين، غريب.
پاهَتُ: ٻهَتَ، پيرَ، رَستو (مٽي مائٽيءَ يا لڳ لاڳاپي وارو)، محبت، همدردي، ٺاهَ، رس.
پاهُون: پوئـتي، پٺتي.
پاهِي: ڇڄي يا پٽڙي لَسي، جهارو، ڪَنگو.
پٻڻُ: وَل جو قسم، جنهن جي پاڙ ۾ ٻهه ٿئي ءِ چوٽيءَ ۾ ڏوڏي.
پَت: عزت، لڄ.
پَتشاهي: بادشاهي.
پُتلي: گُڏِي، رانديڪو.
پَٽَ پٽيهَرَ: پَٽَ جا ڪپڙا، قيمتي وڳا.
پَٺڻُ: موڪلڻ، روانو ڪرڻ.
پپي: پيٽي، ڏوڏي، ٽڪي.
پڄ: ڏِؤ، رڄَ.
پڇارو: ڪيهه پڇڻ وارو، منصور حلاج.
پڇاڙڻُ: زورسان، پريشان ڪرڻ، ڏانڊولڻ.
پڙ: رِيت.

پَراگندگي: پريشاني، حيراني، تشويش.
پرڀات: صبح سويرو، پرهه ڦٽي، ڏڪي.
پرڀاءُ: اثر.
پرڀون: پرديس، پراهون ملڪ، ٻيو جهانُ، پَرلوڪَ.
پرِيُون: خوشيءَ مان، چاهه مان.
پِرت: پيار، سِڪ محبت.
پرتوَ: روشني، تجلو، ڪِرڻو، عڪس، اولڙو.
پرتون: پرت مان. ڏسو 'پرت'.
پرٽ: ڪَتي، ڌوبي.
پَرجات: لوڪَ، ماڻهو.
پَرجُوءِ: پَرانهين جُوءِ، پرانهون هنڌ، ڏورانهون ماڳ.
پُرجَهڻُ: پروڙڻ، سمجهڻ، چاڻڻ.
پَرچارُ: وعظ، تبليغ، اُپديشَ، وِستارَ، مشهوري.
پَرديسُ: پرڏيهه، ڌاريو ملڪ.
پُرزو: ٽڪرو، چٺي، خط.
پَرکَ: آزمايش، جاچ، چڪاس، تپاس.
پَرکڻُ: پَرتي، اڪِتي.
پُروانُ: هَلڻ، وڃڻ.
پَروانو: مشهور، مَچڻ جوڳو.
پرولي: خط.
پِرَهلادُ: ڳجهارت، مامَ.
هڪ ڀڳت جو نالو، جو راجا هِرڻڪشپ جو پٽ هو. ڏسو 'هرڻڪشپ'.
پُري: شهر.
پَرِياڻُ: مسافري، ڏَسَ، پَتو، اُهڃاڻ.
پريمي: پريم وارو، عاشق.
پَرِيچ: نار جو اهم عضوو يا ياڳو، جنهن ۾ لوڻيِنِ جو پاڻي پوي.
پَرِڙلاءُ: پَرلاءُ، پَڙڪو، پَڙڪاٽ، آواز، ڳالهاءُ.

پسي: ڪِرڙ جا گل.
پِکَ: وات جو لعاب، لِبَ، ڦيٽي، چُڪي، ڏِڪَ.
پَڪا: ڪِرڙ جي وڻ جا پڪل ڏونرا.
پَکو: ڪکائون گهرَ، ڇنِ، منهَنَ، لانڍي، جهوپڙي.
پَکِهُ: ٻيڙيءَ جي ٻڌڻ جو رسو، لَنگرَ.
پَلُ: گهڙي، ساعت، دَمِ، کِن، فوراً.
پَلالُ: سارين جو سُکل گاهه.
پَلرُ: مينهن جو صاف پاڻي.
پَلکَ: ذرو، لحظو، توري ساعت، اک ڇنبَ.
پَلکان: پَهَر، وَقتَ، مُدت. ڏسو 'پلک'.
پَلنگُ: سيج، ڇپَر کَٽ.
پَلءُ: پاند، پلاند، دامن.
پَنِ: بيٺل پاڻيءَ ۾ آيريل گاه، جنهن مان تڏا ۽ توَنريون ٺهن.
پَنارو: آجهو، سامر، پناه.
پنبَڙ: اک جون پنبڻيون، پنجَهر، ڇنيَرَ.
پَنبهه: ڪپهه.
پنهان: لکل.
پَٽي: کِهه، پيرن جي مٽي.
پوتي: رئو، زنانو مٿي جو ڪپڙو.
پوٿي: هندن جو ڌرمي ڪتاب.
پوٺو: مٿاهين زمين، غير آباد زمين.
پوڇاري: پوڇا ڪندڙ، پوڇيندڙ، بندگي ڪندڙ.
پُور: ويچار، فڪر، ڳڻتي.
پُورَبُ: اوڀر، هڪ صوفيانه منزل جو نالو. ضد 'پڇم'.
پوڙي: ڏاڪڻ، مصرع جي ٽُکَ، سِٽَ.
پوش: ڍَڪَ، پردو.
پونجارَ: چوٽي، پڇڙي.
پُوٽي: ڪپهه جو ڦهو يا ڦورو.
پَهاٽَ: جبلن ۾ پاڻيءَ جا ڍورا، پاڻي بيهڻ جا هنڌ.

پَهاڙُ: پربت، جبل، ڏونگر، روهُ، ڇپَرَ.

پَهرُ: ٽن ڪلاڪن جو وقت.

پَهرَڻُ: جهنگ ڏانهن چاري لاءِ مال وٺي وڃڻ.

پهس: زورسان، زبردستيءَ سان، سخت.

پهڻُ: پيهڻ، پيهي وڃڻ، گهڙڻ، داخل ٿيڻ.

پَهو: ڪپهه جي پوڻي.

پَهوڙا: ڪاٺ جي ڪوڏر، جنهن سان مال جو وٿاڻ صاف ڪجي.

پَهون: ٻڪريون.

پَهِيُ: واٽهڙو، قاصد.

پهيرُ: ڪنڌن ۾ ڊگهرن جو لوڙهو.

پيچُ: جانورن جي رَبُ.

پيراڊُو: پيري، ٻاڳي، پيرو ڪڻندڙ.

پيرِمُغان: آتش پَرستن جو پيشوا، ساقي.

پيرولي: ڏسو 'پرولي'.

پيرڻُ: ڇيپائڻ.

پيزارُ: جتي، پادر، پاپوش.

پيڪا: زال جي والدين جو گهرَ.

پَيڪانُ: تير جي ڇنب، تيرُ.

پيهي: ڪڪائين منهي، جهوپڙي.

## ج

جاٽي: زيارتي، تيرٿواسي.

جاچڪُ: منگتو، مڱڻو، ٻڪاري.

جاچُ: ڏسو 'جاچڪ'.

جاچِڪُ: ڏسو 'جاچڪ'.

جارُ: سوز، عشق، چاهه.

جاڙُ: ڏاڍائي، زبردستي، تعدي، جٽ.

جالَ: جام، جهجهو، ڊلَ گهڻو، بيشمار.

جامُ: پيالو.

جانارُ: جانور، جاندار، ساهوارو.

جَبَرُ: زبردستي.

جَتَنُ: ڪوشش، اُپاءُ.

جَتائُون: منجهيل وار، وارن جون ڇڳون.

جُثو: بدن، تَنُ، جسم.

جَپُ: تسبيح پڙهڻ جي حالت، سمرڻي سورڻ جي حالت، ذڪر، پوڄا، پاٺ.

جَپُ صاحبُ: گرونانڪ جي ٻاڻين جو ڪتاب، هندن جو هڪ ڌرمي ڪتاب.

جَرُ: پاڻي.

جَرڪَڻُ: چلڪڻ، چمڪڻ.

جُرو: باز پکيءَ جو نَرُ، زَرو. ڏسو 'باز'.

جَرو: ڊِڪ، سَرڪِي.

جَربن: پاڻيءَ وارن هندن.

جَڙَ: بيخ، پاڙَ، ميخ، ڪلي.

جُزو: ڀاڱو، حصو، ٽڪرو، ذرو. ضد 'ڪُلّ'.

جُفتي: جوڙو، جوڙي، جُفت. ضد 'طاق'.

جُڪَ: درد، سوزَ، آند ماند، جهوري.

جَڳتُ: جَڳت، جهانُ، دنيا.

جَلالُ: بزرگي، عمده صفات باطني، غصو، ڪاوڙ.

جَليبُ: آئالو، ساٿي، هَمرڪاب، غلام، ٻانهو.

جَمرُ: ميڙ، هجوم، گڏ.

جَمر جَمر: بار بار، هَرهَر، سدائين، هميشه.

جَمعيَت: خاطري، دلجاءِ، آرام.

جَمنا: هندستان جي هڪ نديءَ جو نالو.

جَنجالُ: جَنجَلَ، بَکيڙو، مونجهارو، آزار.

جَنجيرُ: زنجير.

جَنگَ: زور، تمام گهڻو زور، تمام وڏو، بهادر.

جُنيدُ: هڪ وليءَ جو نالو، جو بغداد ۾ رهندو هو. انهيءَ ڪري 'جنيد بغدادي' سڏجي ٿو. وفات 298 هجريءَ ۾.

جَٽيو: سڳو، جو هندو ڌرمي نشاني سمجهي، ڳچيءَ ۾ پائيندا آهن، زنّار.

جُوتي: ڪَوڙِي.

جوڙ: ٺاھُ، ڪاريگري.

جوڳُ: ڌيانَ، ميل، ميلاپ، مراقبو، سَمادِي.

جوڳِي: ڌِياني، تَپسِي، سنياسي فقيرن جو قسم.

جَولان: ڇوهَ، جذبو.

جوڳيسَرُ: وڏو جوڳي، ڪامل درويش.

جُوٽيُون: جَٽيون، ڌٽيون، رهڻ جا هَنڌَ.

جوءِ: زال.

جُوءِ: جاءِ، هنڌ، ماڳ.

جُويا: ڳولائو، ڳوليندڙ.

جِهادُ: اسلام جي ڪافرن سان مذهب خاطرلڙائي.

جَهَتُ: ڪوشش.

جِيوَڻُ: جيئڻ، زنده رهڻ.

## ڄ

ڄارُ: ڪَبِرَ جي وڻ جو قسم.

ڄارُ: ڄاري، جنهن سان مڇي ڦاسائجي.

ڄِپِي: اولانِيي، لاٽَ، شُعلو، ڄرَ.

ڄڄ: گهوٽيتا، ڄاڄِي، ڄڄ ۾ شامل ٿيندڙماڻهو.

ڄرَ: لَهَسَ، تَو، ڄِپِي.

ڄِڪِرَ: ڄابلو وڻ جو قسم، جنهن جي ڦلَ کي 'ڄاڪِرِي ٻير' چئبو آهي.

ڄِلُ: هَلَ، وِڄَ.

ڄِلهو: ٽوٽي، آرسي، ڍِرو، سست، ڪَمَ ڪوسَ.

ڄمِاندَر: عمر، حياتي.

ڄولَ: ٽورَ، چالِ. ڏسو 'ڄِلُ'.

ڄيرو: باھ، آگ.

## جھ

جهاٻو: ڳهٽي جو قسم، جو عورتون ٻانهن ۾ ٻَڌن.

جهاٽَ: جهَٽ، جهَٽ پَٽ، تڪڙو، جلدي، سَٽَ.

جهار: پکين جو وکَرَ (جو پوک کائي).

جهاڳَ: پاڻيءَ جو پنڌ، پاڻي جهاڳڻ جي حالت.

جهالار: اکين جا ڇپَر.

جهامَرَ: جَهڪاءَ (هيٺ تي)، زور سان لوڏو يا دٻاءُ، مينهن جي ٽِمَر ٽِمَر.

جهانگي: جهنگ جو رهاڪو، ماروماڻهو.

جَهبِيرَ: مهاڻن جي ذات.

جَهٽڪو: لوڏو، ڇِنڊڪو، جهوٽو، مِينهن جو وسڪارو.

جَهپَ: جهَپو، جهَٽ، ڪَسَ.

جِهجِڻُ: اندر ئي اندر ۾ ڳرڻ، وِجهلَڻ، گهٽو روئڻ، هَنجهون هارڻ.

جَهرُوڪو: دَرِي، ڄارِي، ڪڙڪِي.

جُهڳو: ٻونگو، جهوپڙي، گهرَ.

جُهلڪَڻُ: چمڪڻ، چلڪڻ.

جُهلَڻُ: لَڏڻ، ٿَهِي اچڻ، پرجي اچڻ (جَهڙ).

جُهوپڙو: جَهڳي، ٻونگڙو، ڪکائون گهر.

جُهوپو: جلگهڳو. ڏس 'جهوپڙو'.

جهوري: ڳارو، ڳاراٽو، ڳٺتي، جهوراٽو.

جُهوڙو: ٽونرَ، جهاٻو.

جهوڪَ: مال جي ويهڪَ، مال جي ويهارڻ جي جاءِ، منزل.

جُهولَ: خوشيءَ وچان ڪَنڌَ ڏوڻَ.

جهولِي: جهولَ، گودِ، هَنج، پَلءُ، پَلاندَ.

جُهونا ڳڙهُ: هندستان ۾ هڪ شهر.

